خط نمبر　　　　وشيه　　　　صفحو

# ڀومڪا

سک جي سنڌر راهه لئي ......

دنيا ۾ اهڙو ڪهڙو انسان آهي، جو سک جي چاهنا نٿو ڪري؟ چاهنا ته ڇا پر سندس هر هڪ قول ۽ فعل، ڪوشش ۽ ڪارنو، انهيءَ ڳالهه جو پورو شاهد آهي ته هو پاڻ کي سکي رکڻ ۾ وسان نٿو گهٽائي. سک جي پراپتيءَ لاءِ ئي هو سڀ مانڊاڻ ٿو منڊي ۽ مانڊاڻ ٿو مچائي!

دک ته سنسار ۾ ڪو به نٿو چاهي، پر دک اسان چاهيندي به، اسين خود بخود دکن ڏي وڃو ڏانهن گهلجي رهيا آهيون، ۽ اصل دکن جي درياهه ۾ ٽٻيون هڻي رهيا آهيون. آخر سو انهيءَ دک جو ڪارڻ ڪهڙو آهي ۽ انهيءَ دک مان [illegible] ڪيئن ٿيندي؟ اهڙي ذليل حياتي ئي پئي ڪاٽبي ڇا؟ اهي آهن ڪي سوال ۽ خيال جي هر هڪ سمجهو ماڻهوءَ جي دل ۾ پيدا ٿين ٿا. انهن ۽ اهڙن سوالن کي وري ڪوبه نظرانداز نٿو ڪري. هر هڪ انڌي ۾ انڌو پوائٽي به دکن جو دارون ڳولڻ جي ڪوشش پيو ڪري. ليڪن انهيءَ ڪوشش ۾ سڦلتا پيدا ڪرڻ لاءِ رڳو پنهنجي الپ بُڌي ۽ ٿوري سمجهه ڪافي نه آهي. پر پنهنجي يڳ جي مهاپرشن ۽ ليڊرن جي ويچارن ۽ تجربن کي ڄاڻڻ به ضروري آهي.

انهيءَ نقطي نظر کان، جڏهن ڀاءُ ديپچندر جا لوچمو ڪيل ٻاپوءَ جا **خط** منهنجي نظر چڙهيا، تڏهن مون اهو واجب سمجهو، ته انهن خطن کي مان ٻنهن جي **”آدرش ساهتيه پرڪاشن“** جي سندر مالها جو مڻيو بڻايان. راجنيتيءَ طور منهنجو مهاتما گانڌيءَ سان سخت اختلاف آهي ليڪن منهنجي لنڊڙي جيون ۾ مهاتما گانڌيءَ جي لکيتن ۽ تقريرن، منهن جي جيون ناهڻ لي ڪافي اثر وڌو آهي، تنهن ڪري ۾ خواهش ٿيم ته هنڙي پستڪ کي سنڌي پاٺڪن اڳيان پيش رکيو وڃي. آشا آهي ته سنڌ واسي، هي پستڪ پڙهي **”آدرش ساهتيه پرڪاشن“** کي هڪوار وري ياد ڪندا، جنهن جي دواران آدرش ساهتيه سنڌيءَ ۾ ميسر ڪيو ٿو وڃي، ڀاءُ ديپچندر جي قلم ۾ ڀڳوان طاقت بخشي آهي، مون کي وشواس آهي ته سندس تيار ڪيل پستڪ سنڌي پاٺڪن کي پسند پوندو.

**چڻچلداس ڪيڏلداس، آريه سيوڪ**
سنچالڪ ۽ چيف ايڊيٽر
آدرش ساهتيه پرڪاشن
(نزديڪ جنرل پوسٽ آفيس)
حيدرآباد سنڌ.

# مهاڳ

مهاتما گانڌي اڄوڪي سمي جي شاندار هستي آهي، انهيءَ قبول ۾ ڪهڙو عار ڪندو؟ هو اڄوڪيءَ دنيا جو اعليٰ ۾ اعليٰ انسان آهي. هو فقط سياسي مدبر، ڌرمي رهبر، هنگتي سڌارڪ يا اڇوتن جو اڌارڪ ڪين آهي بلڪ منجهس انيڪ خاصيتون آهن، جن کيس "چوڏس مکي" بڻايو آهي. اهو ئي سبب آهي جو ڪنهن نه ڪنهن ڪارڻ ڪري ڪروڙين ماڻهو کيس قرب ۽ شرڌا جي نگاهه سان ڏسن ٿا. نيويارڪ جي پادري **جان هينس هومس** سچ لکيو آهي:-

"گانڌيجي گذريل زماني جي سڀني مهاپرشن ۾ به مهان آهي. قومي نيتا جي روپ ۾ هو الفريڊ، واليس، واشنگٽن، ڪوسيڪو ۽ لفائتيءَ جي درجي ۾ اچي ٿو. غلامن جي ڇوٽڪاري ڪندڙ جي صورت ۾ هو ڪلارڪسن، ولبر فورس، گئريزن، لنڪن وغيره وانگر اعليٰ آهي. عيسائي مذهبي ڪتابن ۾ جنهنکي امو گهه پريم چيو ويو آهي، اُهي سکيا ڏيندڙ جي حيثيت ۾ هو سينٽ فرانسس، ٿورو ۽ ٽالسٽاءِ جي قطار ۾ اچي ٿو. اعليٰ ڌرمي پيغمبرن جي روپ ۾ هو لائوزي، ٻڌ، زردشت ۽ عيسيٰ جي برابريءَ وارو آهي."

مهاتما گانڌيءَ جي ترقيءَ جو راز سندس جد و جهد

ڪري وارتي سياع ۾ مسايل آهي. هو جتي آهي، اتي
اهڙي ريت ۾ واضح ڪين آهي. سنڌس واڌاري لاءِ
ڪوشش هميشه جاري آهي. سنڌس بنسبت لنڊن جو
مسٽر **ڪارل هيمٽ** چوي ٿو ته ”زندگيءَ جي هن الڪار
کي ناس ڪندي ۽ ڏاڍو ريت ۽ اڳيان ۽ ڏاڍائيءَ کان
ڪڍ هن ته نه ڇڏي، بلڪ سدائين ان لي سو سپ پائيندو
ريت گانڌيءَ جي جوڙ جي خاصيت رهي آهي.“ سنڌس
انهيءَ صفت سبب ان ئي دنيا کي به منجهانئس گهڻي ۾
گهڻو فيض حاصل ٿي رهيو آهي.

اسين چاهيون نه چاهيون، سنڌس پوئلڳ هجون
خواه مخالفتي، پر انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته مهاتما
گانڌيءَ جي ويچار ڌارا جو اثر هر ڪنهن تي، ڪنهن نه
ڪنهن روپ ۾ پيو آهي ۽ پوندو رهيو آهي. سنڌس
سياسي، اقتصادي، ڌرمي، سنگتي ۽ اخلاقي، خواه
خصوص خصوص پاسنڌس ڳالهين بنسبت به خيال ڪافي
اهميت پريا آهن. ليا سافيڪل سوسائٽيءَ جو پريزيڊنٽ
مسٽر **جارج ارنڊيل** صحيح ٿو چوي ته:-

”سنڌس زندگي هڪ سبق آهي. روزانهن معموليءَ
۾ معمولي ڳالهين ۾ اسين کانئس سکيا وٺي سگهون ٿا.
دنيا جو ذڪر ۽ اثر قو وٽس اڇي نموني ٿي وڃي ٿو ۽
سنڌس وهنوار سدائين سچاويڪ بناوت کان آجو ۽
ايشوري نمون جي آڌار آهي.“

هن ڪمزور قلم ۾ ايترو تاب ۽ لياقت ڪٿي، جو
ويهي ههڙيءَ اعليٰ هستيءَ جو پورو چٽ چٽي! ان
ڪري **پنڊت جواهر لعل نهرو** جي هيٺين لفظن ٻڌالدر
ٻاڻ ٻلڪ ني مناسب معلوم ٿئي ٿو:-

”ڇا مان اهڙي شخص بنسبت لکان، جو هندوستان
جو ۽ منهنجو هڪ جزو ٿي ويو آهي ۽ جنهن زماني کي
پنهنجو بنايو آهي؟ اسان جو هن زماني ۾ وڌ پاسين ۽
انجي اثر ۾ پلياسين، سو اسين ڪيئن سندس اندازو
لڳايون؟ اسان جي رڳ رڳ ۾ سندس مهر لڳل آهي ۽
اسان سڀيئي سندس جزا آهيون.“

هزارين ماڻهن کي منجهس هڪ ڪرم يوگيءَ ۽ پريمي
پنا جو درشن ٿيو آهي. روزاني زندگيءَ ۾ ٻاپو ڪيئن
سوڪيمر ريت ليٺيءَ جي پالنا ڪريٿو، سندس جڳياسن کي
ڪهڙيءَ شڪتيءَ ۽ اُتساه جو اُليوءَ ٿئي ٿو، اهو سندس
نزديڪ رهندڙ ني ٻوريءَ پر محسوس ڪن ٿا. هو جنڪي
انگيڪار ڪريٿو، انجو نهايت مشغوليءَ واريءَ زندگيءَ
۾ به هو ڪيڏو نه خيال رکي ٿو، اهو ڏسي ليرس ۾
ٻڏجيو وڃجي. انهيءَ ڪري سندس زندگيءَ جي اوُچتا
جو اُنيوءُ سندس اوڏوني رهي صحيح حالت ۾
ڪري سگهجي ٿو ٻي سيني لاءِ اهو ممڪن ڪين آهي.
سندس خانگي زندگيءَ جا بيان سندس خطن مان ٻري
ٻري وسندڙ ماڻهو به پڙهي، انجي ڪجهه جهلڪ پسي

گهڻو ڪجهه پرائي سگهون ٿا. انهيءَ ڪري ئي هي ”باپوءَ جا خط“ ڪتاب سنڌواسين جي اڳيان پيش ڪجي ٿو، جنهن ۾ ڪل ۴۵ خط ڏجن ٿا، جي باپو جيءَ، آشرم ۾ رهندڙ هڪ تعليم يافته استريءَ کي لکيا هئا.

جڏهن هي خط لکيا ويا هئا، تڏهن مهاتما گانڌيءَ کي خيال به ڪونه هو ته اهي ڪڏهن پڌرا ڪيا ويندا، انهيءَ ڪري خط بلڪل سڀاويڪ ۽ عام لاءِ بلڪل اهميت وارا آهن. اهي تمام مختصر لکيا ويا آهن، انهيءَ ڪري اصولن جي وچور سان وياڪيا (ڪول) ڪانه ڪئي ويئي آهي. مگر خطن ۾ نهايت سنڌر لايدائڪ وچن ڪم آندا ويا آهن. گانڌي جيءَ پنهنجون پلون کليءَ دل سان قبوليون آهن ۽ ور ور ڪري هڪ پڪيت ۽ جگياسوءَ جي ڀلائيءَ سان اعلان ڪيو اٿس ته ونس لڪون ڪجهه ڪونهي، جو ڪجهه آهي، اهو روشنيءَ جو ينايل آهي ۽ جا شڪتي منجهس نظر اچي ٿي اها سندس ڪين آهي، بلڪ پريوءَ جي آهي. گانڌي جيءَ جهڙي اعليٰ انسان جي سوڀيا انهيءَ ڳالهه ۾ ئي آهي.

جنهن ڀيڻ کي هي خط لکيا ويا هئا، خوش نصيبان اها هڪ همت واري استري آهي. هن ڏٺو ته ٻين جو به انهن خطن مان گهڻو پلو ٿي سگهي ٿو ۽ گهڻا ماڻهو انهن ذريعي گانڌي جيءَ جي زندگيءَ جو ديدار حاصل ڪري سگهن ٿا، انهيءَ ڪري هن آچاريه ڪاڪا

ڪاليڪٽر ڏانهن خطن جي رٿا ڪرائي اُهي ظاهر ڪرايا.

هنن خطن مان ٻاٻوءَ جي سياسي مخالفن ڪجهه اهڙو فائدو ورتو آهي، مگر گهڻن انهن مان لاڀ ني حاصل ڪيو آهي. خطن ۾ ليکن وغيره وانگر هر ويڙو سيڪجهه مڪمل ڪونه ڏنو ويندو آهي. گهڻو ڪجهه ته فقط اشارن ۾ لکيو ويندو آهي. جنڪي پوريءَ طرح سمجهڻ لاءِ اسان کي خط لکندڙ ۽ جنهن ڏانهن خط لکيو ويو آهي، ٻنهي جي ساڳيءَ سطح تي بيهڻو پوندو. انهيءَ سطح تي پهچڻ ڪانسواءِ اسان پوريءَ طرح انهيءَ پوڙهو واٻو منڊل (فضا) جي رس جي سرڪي ڀي ڪين سگهنداسين. اميد ته پڙهندڙ انگدل ني ٻاڙ کي ڪس نه لڳائيندا.

ٻوليءَ کي سلوڻي ۽ سوادي بڻائڻ لاءِ مان اصل ٻوليءَ ۾ گهٽي پيچ گهڙ ڪرڻ مناسب ڪين سمجهندو آهيان، اهين ڪرڻ ڪري اصل ڀاو پوريءَ حالت ۾ لٿا رهن ۽ وقتي اصل ليکڪ سان بي انصافي ٿئي ٿي. انهيءَ هوندي به ٻولي سول ۽ سليس بڻائڻ ۾ وسان گهٽايو ڪين اٿم. خطن کي سرا پنهنجا ڏنا اٿم ۽ ڪن هنڌ ضروري ڳالهين جي سمجهائڻ لاءِ فوٽ نوٽ به لکيا اٿم. شري ٻوڙيداس برهمچاري (نوشهره نواسيءَ) ۽ شري امرلعل ساڌواڻي (دادو نواسيءَ) ڪتاب نظر مان ڪڍي ڪارائتيون صلاحون ڏنيون آهن، جنهن لاءِ ٻنهي سڄڻن ڌنيواد لهڻي.

سنڌي ساهتيہ ۾ ناولن ۽ ڪهاڻين جو چڱو ڦهلاءُ ٿي رهيو آهي، مگر ٿوري قسم جو ساهتيہ جنهن ۾ ٻارڻن لاءِ گهڻو ڪجهہ خزانو پيل رهي ٿو، سو تمام ٿورو نڪري ٿو. هن خطن پڙهندي مون گهڻو ڪجهہ پرايو ۽ لطف ورتو آهي، پر ٻيا بہ انهن مان رس ۽ فيض وٺن، اها ئي آهي اُلٿي ڪرڻ ۾ منهنجي مراد ۽ منشا!

١٠ فيبروري ١٩٤٥ع
حيدرآباد سنڌ

ديپچندر "چندر"

# ٻاپوءَ جا خط

## ( ۱ )

## چاکڙيون رکڻ غير ضروري؛ فرض ۽ ترشنا سهج سڀاءَ حاصل ٿيل شيوا.

چرنجيوَ،

توکي ضرورت هجي ته چاکڙيون ڀلي رکي. مگر اهي ڪاٺ جا ٽڪرا رکي تون ڇا ڪندين؟ تنهنجو سرير اهڙي ڪري ٿو انهيءَ وڏندو هجي ته ضرور رکي. مان ته انهيءَ حالت کي مورلي ٻوڇا سمجهي ناپسند ڪندس. پنهنجي پتا جو فوٽو مان پاڻ وٽ رکندو هوس. ڏکڻ آفريڪا ۾ مان اهو فوٽو پنهنجي آفيس، اوطاق ۽ سمهڻ جي ڪمري ۾ رکندو هوس. مون وٽ هڪ زنجيري هئي، اُن ۾ لاڪيٽ لڳل هو، جنهن ۾ پتاجيءَ ۽ منهنجي

وڏي ڀاءُ جو فوٽو هو. اڄ مون اهو سيکجهه ڇڏي ڏنو
آهي. انهيءَ جو اهو مطلب ڪين آهي تہ مان ڪو ڪين اڄ
گهٽ پوڄنيہ سمجهان ٿو. اڄ تہ اُهي مڙهن جي ڇٽ ۾
زياده چٽجي ويا آهن، سندن ڳڻن جي يادگيري ڪري
سندن پوئواري ڪرڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو ۽ اهڙي
ڀڪتي مان بيشمار ديوتائن جي ڪري سگهان ٿو. پر
جيڪڏهن مان سندن مورتيون پاڻ وٽ رکڻ لڳان تہ
مون وٽ جڳهہ ئي ڪانہ بچندي. سندن چاکڙيون وغيره
رکڻ لڳان تہ مون کي ٻيءَ نئينءَ زمين جي ملڪيت
قبول ڪرڻي پوندي. انهيءَ ڪري توکي مڙهن جي
آزمودن جي اها صلاح آهي تہ منهنجا جيترا جيترا
مناسب قدم کڻجي رهيا آهن، انهن تي قدم رکي تون
هل. مڙهن جي چاکڙين سنڀالڻ کان اهو لک ڀيرا زياده
سنو آهي ۽ اهو ڏسي ڪنهن اُن جو نقل ڪيو تہ ڪو
نقصان ڪونهي. مگر تو وٽ چاکڙيون ڏسي، ڪو انڌ شردا
وچان اُنجي پيروي ڪرڻ لڳي تہ اهو ڪڏ ٻئي ڪرندو
نہ؟ ايترو سمجهي پوءِ جيئن وڻيئي تيئن ڪر.

جيڪو پنهنجا فرض سمجهي ٿو ۽ اُنهيءَ پٽاندر
پيروي ڪري ٿو، اُنجي ترشنا جلد ناس ٿي وڃي
ٿي. جنهن جي ترشنا مٽي ناهي، اُنکي پنهنجي فرض
جو ڌيان ئي ڪونہ ٿو رهي. ترشنا جو پهاڙ ايڏو اوچو

آهي، جو اُهو اُڪري نٿو سگهي. اُنکي ڪيرائڻ بدا ڪم هلي نٿو سگهي. **ترشنا جي تياڳ جي معنيٰ اُئي آهي فرض جو خيال.** مان ڄاڻان ٿو ته مونکي ڪاشيءَ وڃڻو آهي، اوڏانهن وڃڻ جي واٽ به معلوم آهي. مگر مونکي ڀڄوڙي ترشنا الهيءَ واٽ يا فرض کان موڙي سگهندي؟ "ڪاشيءَ جي وسنڻي سان وڃڻ" اهائي آهي معنى جي ترشنا ءُ اُهـا پوري ٿي ته باقي رهيو ڇنا ٻيهر سيائي حاصل ٿيل شيوا سامهون آهي. جيڪڏهن تون اُها ڳڪ خيال ٿي ڪندين ته اُن ۾ پورن سنتوش پراپت ٿيڻ ئي گهرجي. اُنهيءَ سلسلي ۾ جهن جو سلوڪ ٿئي، جيڪي پڙهڻ لاءِ ملي، اُهو اختيار ڪرڻ لائق آهي. اُن ڪانسواءِ ٻئي جو ويچار به من ۾ نه اچڻ جڳائي. اهوئي مدهن جي نظر ۾ يوگه ڪرمسوُ ڪوشلم* سمانتا ءِ سماڌي آهي. مگر جيڪڏهن اها ڳالهه توکي برهم گيان ڄهڙي لڳي ءِ تنهن جي آتما کي پڙهڻ وغيره جي ضرورت هجي ته تون اُها خواهش خوشيءَ سان ترپت ڪري سگهين ٿي.

---

*هيءَ گيتا جي هڪ شلوڪ جو ٽڪر آهي، جنهن جو مطلب آهي "ڪرمن ۾ هوشياريءَ کي يوگ چئجي ٿو." (ترجمان)

ڪم جو بوجو گهٽ ڪري ٿورو آرام ڪندي ڪر.
اهو ڪهڙيءَ طرح ٿيندو، اهو تون ۽ ○○○ گڏجي طئي
ڪريو. ○○○ دوراندِيش آهي، ڏاڍو وان آهي ۽ سداچاري
آهي. هو توکي ضرور مدد ڪندو. مون جهڙي قسم جا
ماڻهو ڪي قدر راهه ٻڌائي سگهن ٿا، مگر تنهنجي ۽ **اسان
سڀني جي شانتيءَ جو آڌار پاڻ تي آهي.**
* پنڊت جيءَ جو سنگيت ٻڌڻ بعد توکي ٻيو سنگيت
پسند ڪين ايندو، اهو مونکي معلوم آهي، مگر تون
پاڻ پڇن ڇو نه ٿي شروع ڪرين؟ توکي سنگيت اچي ٿو،
اهو ته سچ آهي.

۲-۱۰-۱۹۳۰ع

يروڊا مندر                    باپوءَ جي آشيرواد

---

## ( ۳ )

# پريم چار

چرنجيو،

تنهنجو خط مليو. ڏکو جواب لکيءِ، اُن ۾ ڪو هرج
ڪونهي. ڪم ۾ مشغول پئتا هڪ ٻئي سٽ لکي، تڏهن

---

○○○هن نشانيءَ جو مطلب آهي ڪنهن ماڻهوءَ جو نالو،
جو ظاهر نٿو ڪيو وڃي.

*هيءَ نشاني معمولي خط جو ڪو ڀاڱو ڇڏيو ويو آهي.

به ٻارن کي سنتوش هئڻ گهرجي. مگر ڪين پنهنجو من پوريءَ طرح ڪوائڻ گهرجي.

منهنجي چار ۾ جيڪي اچن ٿا، مان انهن کي ڦاسائي رکڻ چاهيان ٿو، اها ڳالهه بلڪل سچ آهي. ڪنهن جي چار ۾ ڦاسڻ سبب پنهن جي ستيا ناس ٿيڻ جو امڪان رهي ٿو. مگر منهن جي چار ۾ ڪنهن قاتل جي ستيا ناس ٿي هجي، اهو مونکي معلوم نه ٿيو آهي. انهيءَ ڪري مون پنهنجو ڄار جاري رکيو آهي.

١٩-١-١٩٢٩ع

آگروا          باپوءَ جي آشيرواد

---

(٣)

## سريرءَ سنسار

چرنجيو

توکي لکڻ ۾ مونکي ڪا تڪليف ڪانه ٿي ٿئي، تنهنجو اهو انومان ٺيڪ آهي. هندستان جي مسئلن حل ڪرڻ ۾ مونکي جيترو ميناج معلوم ٿئي ٿو، اُن ڪان به زياده آشرم جي مسئلن حل ڪرڻ ۾ ءِ اُن ۾ به خاص طرح پيمرن جا مسئلا حل ڪرڻ ۾ معلوم ٿئي ٿو. چاڪاڻ ته وڏن

منشائن حل ڪرڻ جي ڪنهي اُن ۾ آهي. جو پنڊ (سرير) ۾ آهي، اُهوئي برهمانڊ (سنسار) ۾ آهي. برهمانڊ سمجهڻ ۾ ماڻهو پل ڪري سگهي تو پر پنڊ تہ پنهن جي وس ۾ آهي.

معلوم ٿئي ٿو تہ بال-ڪلاس جو انتظام عمدو ٿيڻ لڳو آهي. ... ڪجهہ ڪريلو ڪائڻ جي سفارش مون چاڪي ٻڌي ڪنهن مطاب سان ڪئي آهي. ......

پاونا سڌي رستي وڃي سگهي ٿي. اُن‌کي اُنهيءَ رستي ٿان وٺي وڃڻ ئي پرم-ارٿ (پرمارٿ) آهي. پرشارٿ لفظ اُٽپورو آهي. توکي ڪو ٻيو تز لفظ سجهي ٿو؟

٢٨-١-١٩٣٠ع

پرودا مندر باپوءَ جي آشيرواد

---

(۴)

## تن جي حالت جاڳرت اوستا جو آئينو

چرنجيو،

پوٽر نند ماڻڻ لاءِ اهو ضروري آهي تہ سڄاڳيءَ ۾ اسان جي حالت چاهت نيڪ هجي، **تن جي اوستا جاڳرت اوستا جي حالت جاچڻ جو هڪ آئينو**

آهي. پاوندائون غلط راهه تي وهڻ لڳن ته اُنهن کي روڪي رکڻ جي طاقت اسان سڀني ۾ ٿئي ٿي. اُهو اعليٰ ڪم آهي. اهڙين ڪوششن ۾ ناڪاميابي ڇاجي، هار ڇاجي؟

اڄ ڏينهن مهمي ڪان آسمان ڪڪرن سان ڇانيل رهي ٿو. مگر برسات تمام ٿوري پيئي آهي. احمدآباد جي رواجي برسات ڪان تمام گهٽ آهي، ائين چئي نٿو سگهجي. قيدين کي ماڻ خط نه لکان، اهڙو اشارو مليو آهي. ٥٥٥ ڪنهن کي خط لکڻ وقت منهنجي آشيرواد لکي اها ڳالهه سمجهائي.

٢٨-٨-١٩٣٠ع

يروڊا مندر باپوءَ جي آشيرواد

---

( ٥ )

## مورتي پوڄا جو مطلب

چرنجيو،

مورتي پوڄا جا مان ٻه مطلب ڪندو آهيان هڪ مورتي پوڄا ذريعي ماڻهو مورتيءَ جو ڏيان ڪندي ڪندي، اُنهي گڻن ۾ لين ٿي وڃي. اها پوڄا نيڪ آهي. ٻيءَ ۾

انسان گڏجي جو وچار نہ ڪري مورتيءَ کي ئي مول ڳالهہ سمجهي ٿو، اها بت پرستي آهي، نقصانڪار آهي.

١٨-١٠-١٩٣٠ع

يروڊا مندر باپوءَ جي آشيرواد

---

( ٦ )

## اُپواس جي ڪرامت

چرنجيو،

تنهنجو خط مليو ...... مان ڀينهن جي علاجن کي ئي چنبڙيو رهان ٿو. ڊاڪٽر جو ٻڌايل علاج چاهين تہ پلي اهو پوءِ ڪج. مگر گهٽ ۾ گهٽ ستن ڏينهن جو اُپواس ضرور رک. اسان کي ورت ڪان ڊپ هٽڻ ئي نہ گهرجي. ستن ڏينهن جي اُپواس ۾ ڪيترا ڪم تہ تون ڪري پيٺي سگهندين. زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ئي جڏهن مون گهڻن ڏينهن جو اُپواس رکيو تہ هڪ ڏينهن بہ آرام ڪونہ ورتم ۽ نقصان بہ ڪونہ ٿيو. اهو اُپواس ستن ڏينهن جو هو. اُنوقت سرنہ ۾ ٿوري گهڻي چرٻي بہ هئم. جنهن جي سريرِ ۾ چرٻي نہ هوندي، اهو اُپواس ۾ ڪم ڪار ڪري ڪونہ سگهندو آهي. بس ڏينهن بعد تہ ٿوڪي وڏيڪ

شڪتي معلوم ٿيڻ لڳندي. اهو سچ آهي ته پهريان ٻه ڏينهن ڪوڙي ٻک لڳندي معلوم ٿيندي، مگر پوءِ ٻک ٺي ڪاله لڳندي ۽ آخر جڏهن خون صاف ٿي ويندو تڏهن ٻک لڳندي. انهيءَ وچ ۾ انيما سان پيٽ صاف رکڻ گهرجي. انيما (پچڪاري) وٺڻ بعد اُرڌ سروانگ آسڻ * ڪرڻ سان پاڻي مٿين آندن ۾ ويندو. مگر لوڪي جاڻ نه هجي ته نه ڪجي.

اُپواس جي وقت ۾ پاڻيءَ ۾ لوڻ ۽ سوڍا وجهي خوب پيئڻ گهرجي. هڪ اڌ آئونس پاڻيءَ ۾ پنج گرين لوڻ ۽ ڏهه گرين سوڍا وجهي اهڙا گلاس آسانيءَ سان پي سگهجن ٿا. آس ۾ وجهڻ گهرجي. ڪنهن قسم جو سنڪوچ نه ڪري اُپواس ڪرڻ اهڙي منهنجي اچا آهي. جي چاهين ته ڊاڪٽر کي پهرين انجي سڏ

---

*هن آسڻ ڪرڻ جي هيٺين ريت آهي:-

زمين تي سمهي، ٽنگون مٿي ڪري پير مٿي واري پاسي ڏانهن زمين سان وڃي لڳائجن. فقط پيرن جا آڱوٺا ۽ آڱريون ڌرتيءَ سان لڳائجن ۽ گوڏن سميت ٽنگون پوريءَ سڌائيءَ ۾ رکجن. هٿ زمين تي هجن. شروعات ۾ هٿ پهرين چيلهه کي آڌار ڪري ڏجن.

ڏج. هو بہ اهو علاج پسند ڪندو. هاڻي ڪيترائي
ڊاڪٽر پڻ اُپواس جي ڪرامت مڃڻ لڳا آهن.

١٥-١١-١٩٣٠ع　　　　باپوءَ جي آشيرواد

---

( ٧ )

## سپاهيءَ جو فرض: پرارٿنا جا طريقا.

چرنجيو،

جيڪو فيصلو مان ڪريان ٿو، اُنجا سيئي سبب سدائين مهنجي ڏيان ۾ رهن ٿا، ائين ڪين آهي. تون سچو سپاهي نڪتينءَ- اتي رهڻ ڪري سپاهي پڻو ناهي، ائين توکي ڀاسندو هجي تہ اُهو غلط آهي. سيئي سپاهي مورچي تي ڪي رهندا، ائين ڪين آهي. ڪيترا سپاهي محفوظ رکيا ويندا آهن- مرڪزي هنڌ تي بہ جوابدار ماڻهن جي ضرورت ٿيندي آهي. جوکم جو ڊپ ڇڏي ڏيڻ ضروري آهي. مصيبت اچڻ تي اُنجو مقابلو اوس ڪرڻو آهي. مگر جو ماڻهو بنا سبب آفت ڏانهن ڊوڙي ٿو، اُهو سپاهي نہ، بلڪ بيوقوف آهي. ايشور جيئن رکي،

تيئن رهڻ ۾ سچو سپاهي پڙو آهي. اُنھ اناسڪتي (نرموھ) آهي. اهائي ڳالهه وهنواري بوليءَ ۾ چوڻي هجي ته انجي معنيٰ هيءَ ته جنهن سپه سالار جي هيٺان اسان ويچار ڪري پنهنجي مرضيءَ موافق وياسين، اُهو جيڪي چوي، سو اسان کي ڪرڻو آهي. اهو سبق تو هضم ڪيو آهي.

... گيتا پاٺ بنسبت تنهنجا ويچار معلوم ٿيا. ڪاڪاصاحب* سان دل کهري خوب وڙهي جهڙي وٺ. مگر مونکي معلوم ٿئي ٿو ته تنهنجي مخالفت جي تھ ۾ پرارٿنا بنسبت تنهنجي ناپسندي يا اشرڌا ناهي. تنهنجو وس هلي ته تون پرارٿنا هوند فقط رام نام جي ڌنيءَ تي ئي هلائين. منهنجي توکي صلاح آهي ته پرارٿنا جي سيدي طريقن ۾ شرڌا رک. تي سڳهيئي ته مطلب تي ڌيان ڏي. ائين نه ڪري سگهين، ته به اُهي لفظ سنسڪاري (شڌ ڪندڙ) آهن، اُنهن جي پڙهڻ ۾ به لاڀ آهي. اهڙي شرڌا رکي نمرتا سان پڙ. انجو مطلب اهو نه ڪڍج ته مان توکي ڪنهن لمولي ستن ڏينهن جي گيتا پاٺ تي وٺي اچڻ چاهيان ٿو. جنهن پرارٿنا جي تھ ۾

---

* آچاريه ڪاڪا ڪاليلڪر.

انيڪ ماڻهن ذريعي الست شردا سان ڪيل ١٥ سالن جي تپسيا آهي، اُنهي پرار ٿنا ۾ ڪجهه نه هئڻ ئي گهرجي. اِهوئي توکي سمجهائڻ لاءِ لکيو اٿم.

٢٤-١١-١٩٣٠ع

يرودا مندر

باپوءَ جي آشيرواد

---

( ٨ )

## اُپواس: ٻارن لاءِ مار غير ضروري: ننڍ جي ضرورت.

چرنجيو

تنهنجو خط پڙهي گهڻي خوشي ٿي. اڄ تنهنجي اُپواس جا ٻه ڏينهن ختم ٿيا. هي خط جيستائين توکي ملي، تيستائين تہ اُپواس وسري ويو هوندءِ توکي نئين جوانيءَ جو انڀوءَ ٿيندو هوندو. اهڙو اُنڀوءَ نہ ٿيو تہ اُپواس اڌورو ٿيو، ائين ئي مان چوندس. تنهنجو مونکي وستار سان لکيوئي هوندءِ. تنهنجو تجربو ٻين جي ڪم اچڻ گهرجي. اُپواس ڪيئن ٽوڙجي، اهو توکي معلوم ئي آهي. **اُپواس بعد بکم گهڻي لڳندي آهي، مگر پيٽ ڀري**

نہ کائڻ گھرجي. ڪيہر ڏڏ آهستي آهستي وڌائيندي وڃج. لڳ ڀڳ وارين شيون نہ کائڻ کپن. رس وارا ميوا کائڻ گھرجن. انهيءَ ۾ ڪنجوسي نہ ڪج. سريو تندرست ڪرڻ کپي. اُپواس ۾ ڪم دستور موجب ڪري سگھينءَ، انتي مونکي عجب ڪو نہ لڳو. ڪيترن کي مون ائين ڪندو ڏٺو آهي. مونکي پنهنجو شخصي آزمودو بہ آهي ئي. جن جي بدن ۾ گھڻيون بيماريون آهن، تنکي تہ اُپواس ۾ زيادہ طاقت محسوس ٿيندي آهي. تہ وڏندوئي آهي.

تو خلاف... جي شڪايت آهي. تون ٻارن کي مارين ٿي. لڪڻ جو بہ استعمال ڪرين ٿي. ائين هجي تہ اهڙي عادت ڇڏي ڏي. **ٻارن کي ڪڏهن بہ نہ مارڻ جڳائي.** ڪراسبيءَ جو لکيل "ٽالسٽاء-ماسٽر" ڪتاب آشرم جي لئبرريءَ ۾ آهي اهو پڙهي ڏس. مارڻ سان ٻار سڌرن ڪو نہ ٿا - اهو هاڻي ثابت ٿي چڪو آهي. مونکي خبر آهي تہ جھڙي ماري سيکارڻ جي عادت پيئي آهي، اُنکي اهو مشڪل لڳندو. مگر اهو تہ ڪڏهن بندوق واري سپاهيءَ جي آزمودي وانگر ٿيو.

اُنکي اهوئي معلوم ٿئي ته تون گوليءَ بنا دنيا ۾ ڪو به ڪم ڪري نٿو سگهين، اهو ٿي سگهي ٿو. اهوئي ته ثابت ڪرڻ لاءِ اسين آهيون. انهن ٿي بارن لاءِ سمجهه......... پوري ننڊ ڪرڻ گهرجي. انسان کي ڪاڏي جي پيٽ ۾ ننڊ جي وڏيڪ ضرورت آهي. ڪاڏي جي اُپواس مان لاڀ ٿئي ٿو مگر ننڊ جو اُپواس سرير کي چٽ ڪري ڇڏي ٿو، دماغ کي چڙئي جهڙو بنائي ٿو ۽ بيمار ڪري وجهي ٿو. انهيءَ ڪري ننڊ بنسبت بي پرواهه نه رهه- رات جو ۹ کان ۴ بجي تائين گهري ننڊ ڪري سگهين ته پوءِ مان ڪا شڪايت ڪو نه ڪندس.

۳۰-۱۱-۱۹۳۰ع بابوءَ جي آشيرواد

---

( ۹ )

## بارن جي هار

چرنجيو،

تنهنجو پنتر پهتو. بارن جي تعليم بنسبت احوال معلوم ٿيو. تنهنجو منطق پراڻو آهي- اها اڻپوري ويچار ڌارا آهي. تون مار کائڻ سان سڌرين، انهيءَ ڪري توکي به مارڻ گهرجي؟ وڏي ٿيڻ تي بار به اهوئي

سگهندا. نيڪ اهائي دليلبازي ڪري ماٺهو هميشہ
۾ وشواس ڪن ٿا. انهيءَ غلط تجربي ڪان اڳتي
وڌڻ اسان جو ڪم آهي. انلاءِ ڌيرج گهرجي، اهو
مان قبول ڪري ٿو. اهوئي ڌيرج پاڻ ۾ آڻڻ لاءِ اسان
گڏ ٿيا آهيون. **بارن کي پاڙهڻ يا ڪين**
**انتظام ۾ آڻڻ اهو مقصد ڪين آهي، پر**
**ڪين چرڙوان بنائڻ اهو مقصد آهي ۽**
**انهيءَ لاءِ ٿي تعليم، ضابطو وغيره سڀ**
**ڪجهه آهي.** چرڙ ناهڻ مهل انتظام طرف ڌيان
نہ رهيو، تعليم الڳ رهجي ويئي تہ پرواہ ناهي.
تنهنجو چوڻ مان سمجهان ٿو. تنهنجي مارڻ ۾ وير
ڪونهي، اهو بہ مونکي معلوم آهي. تڏهن بہ انهيءَ
مارڻ ۾ ڪروڌ ۽ بي صبري تہ آهي ئي. توکي
هڪ اطلاع ڏيان ٿو. بارن جي ميٽنگ ڪر. جيڪي
ائين چون تہ "جيڪڏهن اسان ڪيڇل ڪريون ۽
آگيا نہ مڃون تہ اسان کي مار ۽ هيڙيءَ طرح مار"
انهن کي مار، جيئن چون، تيئن مارين. جيڪي نہ
چون، تنهکي نہ مار. ائين ڪندي توکي ڏسڻ ۾
ايندو تہ مارڻ جي ضرورت ئي ڪانهي. انهيءَ
بابت خيالن جي ڏي وٺ ڪندي رهہ. بي صبريءَ

يا نراسائيءَ وچان چڙي نہ ڏي. مهنجو چيو جيستاءِ تهنجي من ۾ اٿو وهي، تيستاءِ تون پنهنجي رستي سان هل. مونکي خبر آهي تہ تون سچ جي پوڄا، ڪندڙ آهين، انهيءَ ڪري آخر ۾ تنوکي سچ ملندو بہ.

١٤-١٢-١٩٣٠ع                باپوءَ جي آشيرواد

---

( ١٠ )

## ايشور جي هستي: پرارٿنا

چرنجيو،

تون ئي اُها چوڪري آهين، اهڙو خيال ڪري پرارٿنا بنسبت تهنجي سوالن جو جواب ڏيان ٿو. *جيئن اسان کي پيدا ڪندڙ ماءُ پيءُ آهن، تيئن ئي ڪين پيدا ڪندڙ سندن (ماءُ پيءُ)- اهڙي طرح مٿي وڌندي وڃڻ جهڙن بنائيندڙ جي اسان ڪلپنا ڪري سگهون ٿا، اُهوئي ايشور آهي ۽ انهيءَ

---

* ”بارن کي پرارٿنا سنئي معلوم ٿئي، اهڙو ڪو خط رستي وياکيان موڪليو.“ انهيءَ عرض جي جواب ۾ هيءُ خط لکيو ويو آهي.

ڪري سندس بيو نالو "سرجنهار" آهي. جهڙيءَ ريت اسان جي ماءُ پيءُ کي ڪيترا دفعا اسان جون خواهشون بنا ٻڌائڻ جي معلوم ٿينديون آهن، تهڙيءَ ريت ايشور جي باري ۾ به سمجهڻ کپي. جيڪڏهن ماءُ پيءُ ۾ اينتري جاڻڻ جي طاقت ٿئي ٿي ته سيني ساهوارن کي ناهيندڙ ۾ اسان جي اندر کي سمجهڻ جي خوب طاقت هئڻ گهرجي. انهيءَ ڪري اسان ايشور کي انترايامي به ڪري سڏيندا آهيون. اُنکي ساکياب ڏيئي سگهون، انهيءَ جي ڪا ضرورت ڪانهي. پهنجي ڪيترن مائٽن کي اسان ڏٺو ڪو نه هوندو آهي. ڪنهن جا ماءُ پيءُ ولائت ويا هجن يا مري ويا هجن، تڏهن به اُهي آهن يا هئا، انهن اسان پڪ ٿي شونڌا رکي رهيون ٿا. اهڙي طرح ايشور بسبب اسان وٽ سڀني جي جي شاهدي آهي، اُنتي اعتبار رکي اسان کي سمجهڻ گهرجي ته انترايامي آهي ئي. جيڪڏهن هو آهي ته اُنهو پوڄن ڪرڻ، سندس پرارٿنا ڪرڻ، اها ڳالهه ته آسانيءَ سان سمجهه ۾ اچي سگهي ٿي. اسان جيڪڏهن گڏوان آهيون ته ماءُ پيءُ کي سوير اُٿڻ وقت ۽ رات جو سمهڻ وقت نمستي ڪريون ٿا. اهڙيءَ طرح ايشور کي بہ پرارٿنا ڪرڻ کپي.

جهڙيءَ طرح اسان پڌهنجون اڇانون مائٽ پيءُ کي پڌايون ٿا، تهڙيءَ طرح ايشور کي به پڌائڻ گهرجن. اڄ ايترو ئي ڪافي آهي نه؟......

هن مان جيڪڏهن دل کي ڪجهه نه وڻيئي ته اُنهيءَ لکڻ ۾ خيال نه ڪج.

۲۲-۱۲-۱۹۳۰ع باپوءَ جي آشيرواد

---

( ۱۱ )

## ٻارن جي تعليم

چرنجيو،

مون جڏهن واندو هوندو آهي، تڏهن مان ٻارن جي باري ۾ سوچيندو آهيان. ڊسمبر جي ۲۳ تاريخ سڀ کان ننڍي ڇو آهي؟ اهو ٻارن کي معلوم نه هوندو. اهو سمجهائڻ وقت جاگرافي ۽ آڪاس جي علم جي ٿوري ڄاڻ آسانيءَ سان ڏيئي سگهجي ٿي. ڇا توکان اهو ڪي نه سگهندو؟ ننڍي ڏينهن بسبب سمجهائيندي وڏن ۽ ننڍن ڏينهن جي باري ۾ به کين واقفيت ڏي. انهيءَ سان گڏ موسمن جي تبديل بسبب به ٻاڌال ڇاهي؟ اهو به

ٻڌائين. اهڙي قسم جي اڳيان آيل لاڳاپيدار ڳالهين ۾ ٻهي کي مزو محسوس ٿيڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح کوڙن ۽ زباني حسابن جو ديسي طريقو آهي. ٻارن کي اهو به ڪيڏندي ڪيڏندي سيکاري سگهجي ٿو. اهڙيءَ طرح ويچار ڪندي ڪندي رواجي ونسپتي شاستر به ڏيان ۾ اچي سگهي ٿو. مان اُنهيءَ ڪورو آهيان. توکي انهيءَ جي شايد ڄاڻ هجي. نه هجي ته اُن بنسبت رواجي ڄاڻ حاصل ڪري ٻارن کي ٻڌائج ۽ مونکي ٻه ٽي ٽپال رستي لکج. سکندي هل ۽ سيکاريندي وڃ. تنهنجي دماغ تي انجو بوجو نه پوڻ گهرجي. ٻارن جو ۽ منهنجو ڪم تي پوندو ته ائين جيڪڏهن ڪجهه ڪري سگهين ته ڪر. ٻارن کي جيڪي گهرجي، اُهو اسين کين نٿا ڏيون، مونکي هميشه ائين لڳي ٿو. آسان ڪوشش سان جو ڏيئي سگهون ٿا، اُهو ته کين ڏيون.

١-١-١٩٣١ع باپوءَ جي آشيرواد

## ( ١٢ )

## گيانيءَ ڀڳت، تعليم ۽ تمدن

چرنجيو،

خط تنهنجو مليو. منهنجي ويچار موجب ويڪانند ۽ ٥٥٥ جو چوڻ هڪ طرفو آهي. جو جنهن چوي تنهن اُنهي دل ۾ معلوم ٿيڻ گهرجي. سورداس، تلسيداس وغيره ڀڳتن ڀاڳڪي لنگهه، ڪامي وغيره وصفن سان ياد ڪيو آهي. اهي فقط زباني لباڙون نه هيون. اُهي دل جا جذبا هئا. سچي ڳالهه ته هيءَ آهي ته اسان ۾ ٻئي پاوناٿون پريل آهن. سڄاڳيءَ جي حالت ۾ اُسان پاڻ کي برهم روپ سمجهون ٿا. مورڇت اوستا ۾ اُنهيءَ ديالوءَ جي اڳيان اسان هڪ اڏين وانگر رهون ٿا. جو ائين نٿو سمجهي ته هو مسڪين آهي پر ائين سمجهي ٿو ته هو پورن برهم آهي، اُهو مهر مگڻ جا پڇن نه ڳائيندو، پر اهڙو ڪروڙن ۾ هڪ به نه ملندو. **پنهنجي تيج هڻڻ جو انيوءَ ڪرڻ، اعليٰ ٿيڻ جو منتر آهي.** ڏار ڪريل سمنڊ جي بوند پاڻکي سمنڊ سمنڊ چوندي سگهي ويندي. هو پنهنجي بوند واري حيثيت قبول

ڪندو تہ سمنڊ طرف وهڻ جي ڪوشش ڪندي ڪندي اُنهن ملي، ساگر تي ويندو.

ڪلچر معنيٰ سنسڪرتي يا تمدن. ايڊوڪيشن معنيٰ آدبي چاڻ يا تعليم. ادبي چاڻ ساڌن (واهڻ) آهي ۽ سنسڪرتي ساڌيہ (مقصد). آدبي چاڻ ڪانسواءِ بہ سنسڪرتي پراپت ٿئي ٿي. جيئن ڪو پار سنسڪاري گهر ۾ پليل هجي تہ اُنهن سنسڪار ازخود پيدا ٿين ٿا. اڄ جي تعليم ۽ تمدن ۾ گهڻت ۾ گهڻت هن ملڪ ۾ ڪو بہ ميلاپ ڪونهي. اهڙي قسم جي تعليم هوندي بہ ماڻهن ۾ اڃا بہ توري گهڻي سنسڪرتي بچي آهي، انمان معلوم ٿئي تو تہ اسان جي سنسڪرتيءَ جي پاڙ تمام اونهي آهي.

٥-١-١٩٣١ع باپوءَ جي آشيرواد

---

## ( ١٣ )

## پيارو شلوڪ: رومن رولنڊ

چرنجيو

تنهنجو خط مليو. پنهنجي پياري شلوڪ بنسبت هڪ پيري مون چيو هو ”ماتر اسپرشا ستو

ڪؤنتيم"* وغيره اهو اچمان خاطري ڏيئي سان چئي نٿو سگھان.
جنهن وقت جهڙي مهنجي مورتي ٿيندي آهي،
تنهن وقت اهڙي قسم جا شلوڪ پيارا لڳندا اٿم.
اهڙيون ڪوششون هاڻي مونکي سنيون ڀي ڪون
ٿيون لڳن. مونکي ساري گيتا پياري پاسي ٿي.
ماءُ جو ڪهڙو عضوو پيارو آهي، ائين جهڙو هن
ڪنهن پٽ کان پڇيو وڃي ته اهو اجايو ۽ بي سود
سوال چئبو، تيئن مون بسبت سمجهه. هتي به تي
ڏينهن سيءُ پيو. هاڻي اهڙو معلوم ڪونه ٿو ٿئي.
شايد چئني طرف ديواريون آهن، انهيءَ ڪري.
اسان ٻئي کلئي آسمان هيٺان ئي سمهندا آهيون.
+ رولنڊ لاءِ پوارٿنا ڪئي ويئي، چڱو ٿيو. هو مون
کان ڪٿي دور ٿي ويو آهي، انهيءَ هوندي به
سندس پوٽرتا ڪشش ڪندڙ معلوم ٿئي ٿي.

١-١١-١٩٣١ع باپوءَ جي آشيرواد

---

* گيتا جي هڪ شلوڪ جو ٽڪر.

+ رولنڊ يعني فرانس جو مشهور عالم ۽ فلاسفر
رومن رولنڊ، جنهنجو تازو ديهانت ٿيو.

( ١٤ )

## اٿر وجهندڙ انقلاب جو راز

چرانجيو،

منهنجي همت ڪمزور آهي يا هندستان جي ٻولين سان منهنجو پيار گهٽ آهي؟ ڪيتري به غلط ڇو نه هجي، مگر ڳالهائڻ ته اچي ٿي، ڇٽي ويندي نه؟ مگر فقط ... لکڻ لاءِ اڃا دير آهي....

ونسپٽين ... گهرو چاڻ تون ٥٠٠ ڪان وڌي سگهين ٿي. اسان جي ٻارن کي آشرم ۾ پيدا ٿيندڙ سڀني ٻوٽن وٽن جي وغيره جي سڃاڻپ هئڻ گهرجي. اهي ڪيئن پيدا ٿين ٿا، سندن عمر ڪيتري آهي، ڪڏهن پلجن ٿا، انهي ڄاڻ به گهرجي نه؟ مگر خود مونکي انجي ڄاڻ ڪانهي.

سنڪرات (اُتراڻ يا ترموري) ڏينهن هئي اڄ ڏينهن موڪل نه ٿي ها ته مونکي اُنجو پتو به نه پوي ها. تنهنجا ٻه خط مليا. اڄ ڪلهه انسان جي سنڪرانت روز ٿي آهي، انهن مان سکجي ٿو. هيرو (Hero) معنيٰ پوڄنيه شخص، ... راڄنيتيءَ ۾ ... جڳهه لي مرڻ لاءِ گوکلي ... ڏواجي طرح منهنجي ساريءَ زندگيءَ

**تي جيڪي اثر وجهي سگهيا، اهي ٽالسٽاءِ، رسڪن، ٿورو ۽ رائچند ڀائي آهن.** البت ٿوروکي ڇڏي ڏيڻ زياده نيڪ ٿيندو......

سنسار ۾ ٿيندڙ انقلابن سبب مهاپرش ڏسڻ ۾ اچن ٿا. حقيقت ۾ سندن ڪارڻ خود ماڻهو ٿيندا آهن. انقلاب ڪو اوچتو ڪونه ٿو ٿئي. جهڙيءَ طرح گره باقاعدي ڦرن ٿا، اهاڻي ڳالهه انقلاب جي به آهي. مگر اسان کي اهي نيم يا ڪارڻ سمجهه ۾ نٿا اچن. انهيءَ ڪري اوچتو فرق ٿيل ڀاسي ٿو. بس.

۱۷-۱-۱۹۳۱ع باپوءَ جي آشيرواد

---

**( ۱۵ )**

## مانسڪ تندرستي

چرنجيو،

تنهنجا ٻئي خط مليا. ڪوڙي دوا جيڪڏهن مون نه پياري ته ٻيو ڪير پياريندو؟ انهيءَ پيٽ ۾ ئي تندرستيءَ جي حفاظت آهي. **سرير جي**

پيٽ ۾ مانسڪ صحت جي گهڻي ضرورت آهي.

٦-٧-١٩٣١ع

بورسد                    باپوءَ جي آشيرواد

---

( ١٦ )

## آسيس کهڙي: ستياگره جو مطلب

چرنجيو،

تنهنجو خط مليو. تنهنجو ڪائون سال شروع ٿيو آهي، اهو تو ڪونه لکيو. مان قبول ڪريان ٿو ته اها مونکي خبر هئڻ گهرجي هئي مگر انهن ڳالهين ۾ مان اجاڻ آهيان. ”وڏي عمر ماڻين“ انهيءَ چوڻ بجاءِ مان ائين چوندس ته ”سگهوئي نرمل ۽ بي عيب ٿي آدرش شيوڪا ٿيءُ.“ تنهنجي ڪوشش ته آهي ئي؛ شل اُها ڪامياب ٿئي.

پنهنجي خط ۾ تو ٻئي رنگ پريا آهن. اُنم دل ڪليل آهي، اهو مونکي پسند آهي، مگر اُنم ڪروڌ ۽ ايمان به آهي. مان اُنجي چنڊ ڇاڻ ڪرڻ ڪونه ويٺو آهيان...... جيڪڏهن تون پنهنجو نونبڪ نه

لکندي هجين ته اڄ کان لکڻ شروع ڪر. روز
ڪنهن کي غصو چڙهيو (ٻوءِ آهي ٻار هجن ڪواه
وڏا)، ڪنهنکي ماريو، ڪنهنجي تڪرار ورتو—
ايترو مون لاءِ لکين تڏهن به بس آهي. باقي تون
چاهين ته ٻيو جاچي. مان تنهنجي ڪم ۾ دستاندازي
ڪرڻ نٿو چاهيان. اهو منهنجو ڪم ناهي.
اهو منهنجي سمجهه ۾ نه ايندو. مون کان انصاف
نه ٿي سگهندو. مون وٽ اهڙو وسيلو ڪونه آهي.
مان پنهنجو ماءُ پيءُ لي ويلو آهيان. الهيءَ ڪري
منهنجو چوڻ هڪ طرفو لڳندو. ستياگرهي لاءِ
ڪو نه گهرجي آهي. هتي لاءِ معنيٰ ”جهڙي سان
تهڙو ٿيڻ.“ ستياگرهه معنيٰ ڪوڙ خلاف سچ،
هنسا خلاف اهنسا، ڪروڌ خلاف اڪروڌ (شانتي)،
ڌڪار خلاف پريم. الهيءَ ۾ لاءِ ٿورڻ لاءِ جڳهه
ڪٿي آهي؟

٢٦-٧-١٩٣١ع

ٻارڊولي — باپوءَ جي آشيرواد

( ١٧ )

# هندستاني ۽ يورپي ڪلا: آشرم جو آدرش

چولهمو،

تنهنجو خط مليو. توکي جيڪي ڪري، اهو
سمورو ڏيئي سگهندس يا نه، سو چئي نٿو سگهان.*
روم جي چتر ڪلا ڏسڻ وقت آنند نه تمام گهڻو
آيو مگر ٻن ڪلاڪن جي ڏسڻ سان ڪهڙو راءِ
ڏيان؟ مون کي اتان ڪي ڳالهيون نه تمام گهڻيون
پسند آيون. اتي مونکي ٻه ٽي مهنا رهڻ لاءِ ملن
ته چتر ۽ مورتيون روز غور سان ڏسان ۽ ڏيري
ڏيري انهن جو ابهاس ڪريان. قتل جي لنب
تي جا عيسيٰ جي مورتي آ[illegible] آها مون ڏٺي،
گهڻي ۾ گهڻو منهنجو من ان [illegible]ف ڪشيو، اهو
مون اڳي ئي لکيو آهي. مگر اتان جي ڪلا
هندستان جي ڀيٽ ۾ اعليٰ درجي جي آهي،
ائين نه مون کي معلوم ڪين ٿيو. ٻئي ڪلائون
نرالن اصولن تي ٺهيون ٿيون آهن. هندستاني
ڪلا ۾ ڪلپنا پرڌان آهي ۽ يورپي ڪلا ۾ پرڪرتيءَ
جي پوئواري (قدرت جي ڪاپي) آهي. انهيءَ

* يورپ - ياترا جي احوال ڏيڻ جي ڪيس پراڻا
ڪئي ويئي هئي، ان نسبت هي لکيو ويو آهي.

ڪري شايد مغرب جي ڪلا سمجهڻ جي نظر کان
آسان ٿيندي. مگر سمجهڻ بعد اُها اسانکي پرتويءَ
لي رکيو ويني هوندي ۽ هندستان جي ڪلا جيئن
جيئن سمجهه ۾ ايندي ويندي، تيئن ايئن اسان
کي مٺي مٺي ڪٺندي ويندي. هي سڀ ڪجهه تو
لاءِ لکان ٿو. انهن ويچارن جو مون لاءِ ڪو مله
ڪونهي. ائين به ٿي سگهي ٿو ته هندستان بنسبت
منهنجي دل ۾ لڪل پاسخاطري ائين لکائيندي
هجي يا منهنجي اٽڪاٽائي مونکي ڪلپنا جي
گهوڙي تي وهاريندي هجي. مگر جيڪو اهڙي
گهوڙي تي چڙهندو، اهو آخر ڪرندو يا نه؟ جي
ائين آهي، ته به توکي اُمان ڪجهه ملندو هجي ته
اهو ڪڻ؛ الهمن ڳالهين کان مٿي چڙهي ڏسين ته اُن
کي اچلي ڇڏ. پاڻ کان گهٽ جاڻ ورن ٻارن کي
ماءُ ٻيءَ جهڙي ريت رامائڻ مهاڀارت جون ڪٿائون
جيئن ڪين اچن ٿيون، تيئن بڌائين ٿا ۽ ٻارن کي
پرغلائين ٿا، مون بنسبت به ائين ٿي سمجهه. هن ۾
توکي ايترو نه نظر ايندو ته ڪلا ۾ مون کي رس
نه معلوم ٿئي ٿو، مگر اهڙن ڪمترن ٿي رسن جو
مون ليائڳ ڪيو آهي يا مون کي ڪرڻو پيو آهي.
سچ جي تلاش ۾ جيڪي رس مليا، اُهي مون

ٻڌُ ڪري ٻنهي ۽ ملڻ ۽ ٻڌڻ لاءِ تيار آهيان. سچ
جي پوڄاريءَ کي ٻروڙيون سهڄ سڀاءَ پراپت ٿين
ٿيون. انهيءَ مان هو سياويڪ ٿي (گيتا جي) ڇهين
اڌياءَ جي پوئواري ڪرڻ شروع ڪري ٿو. ٽيون
اڌياءُ پڙهڻ کان اڳ ٿي مان ڪرم يوگ جي ساڌنا
ڪرڻ لڳو هوس، اهو مان ڄاڻان ٿو. مگر هيءُ ته
ٻيءَ وشيه ۾ وڃي پيس.

آشرم بنسبت ڳچو الڳ ٿي. آشرم ۾ پورهيو مکيه
آهي، ڇاڪاڻ ته بدني پورهيو ڪرڻ ماڻهوءَ جو
ڌرم آهي. **جيڪو اُدم نٿو ڪري، اُهو چوريءَ
جو اَن کائي ٿو.** آشرم جو پورهيو جنترو ڀاڻ
لاءِ آهي، اولڙوني پرمارٿ ساڌڻ لاءِ به آهي.
چرخي کي **مرڪز** بنايو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته هندستان
جي ڪروڙن ماڻهن لاءِ عام مددگار ڌنڌو، کيتي
کان سواءِ، اهوئي چرخي سکهڄي ٿو. انهيءَ ۾ ڌرم
۽ ڌن ٻئي سمان سڌيااليا وڃن ٿا. آشرم جي هستي
فقط ديش سيوا لاءِ نه بلڪ ديش سيوا جي ذريعي
وشو- سيوا ڪرڻ لاءِ آهي ۽ وشو- سيوا وسيلي
مڪتي پراپت ڪرڻ لاءِ، ايشور جو درشن ڪرڻ
لاءِ آهي.

جيڪو به ايندو، اُنکي آشرم ۾ ڀرتي ڪري

ڪين سگھبو. آشرم لولن لنگڙن جو آستان ناهي،
انااٿاليه (يتيم خانه) به ناهي. اهو سادھڪن، سادھڪاڻن
۽ جگياسن لاءِ آهي. اهي ڪري جڏهن بدن
سان ڪم ڪرڻ لاءِ لائق نه هوندا، تن لاءِ اهو
ڪونهي. تڏهن به جڏهن شيوا ڀاءُ سان ڀرپور
هوندا، تن جو بدن پنگلو هوندي به اسين ڪين ٿا
ونڊاسين. اهڙا ڪي ٿورا ٿي وٺي سگھجن ٿا. مگر
آشرم ۾ جڏهن آشرم واسي ٿي پوڙهي ٿيا هوندا،
اهي پوڙهي ٿيڻ بعد پنگلا ٿي پون ته انهن کي اسين
ڪڏهن نه ڇڏينداسين. ٻاهرين نظر سان ڏسڻ
۾ آشرم جي ڪيترين ڳالهين ۾ ڪٿي مخالفت نظر
اچي مگر اندرين نظر سان جاچڻ تي اها نظر ڪين
ايندي. ايتري مان نه سمجھيو هجي ته وري
پڇج. پنهنجون ڪي شنڪائون هجن ته اهي به کليءَ
دل سان منهنجي اڳيان رکج.

ولايت ۾ ڦوٽي لاءِ تمام گھڻي امنگ هوس. مان
سمجھان ٿو ته اُن ۾ ورت جو پڪو ڪونه ٿيو.

مون سان گڏ رهندڙن سڀني کي مون وانگر ٿي ڏيڻ
گھرجي، انهن ڪين آهي. اهو نيڪ به ناهي. اهو
نقل ڪرڻ وانگر ليکبو. مون ۾ جيتري چڱائي
هجي ۽ انهن جيتري ٿي سگھي، اوتري ڪڍڻ ۾

پلائي آهي. انهن لاءِ *سردار چاءِ ڇڏي ڏنو، اُن
کي ڪم روڪي نه سگهي؟ ۽ چاءِ هنن لاءِ دوا طور
ڪم ايندي هجي نه؟ مون سان گڏ رهندڙ، منهنجا
ڪجهه ساٿي گوشت خور به آهن، ٻوءِ پلاءِ؟ جنکي
چاءِ پاءِ نٿي پوي، يا جن چاءِ جي پيدائش وغيره
بابت ويچار ڪري چاءِ نه پيئڻ جو پڪو خيال
ڪيو آهي، تنکي نه پيئڻ گهرجي. با‡ مون سان
گڏ هوندي به چاءِ ۽ ڪافي ڇڏي ٿي. اُن کي مان
ٻـر ٻـر سان تيار ڪري پيئڻ لاءِ ٻـه ڏيندس.
انهن ڇو؟ تنهنجي سوال ۾ فقط مسخري آهي.
اها مون کي ڄاڻ آهي. تڏهن به اهڙي قسم جي
ڳالهين ۾ اسان جي سمجهه پورم-پور لڳي ٿي؛
اسان ۾ ٿوري رواداري رهي ٿي، انکي ڪيڻ
ضروري آهي. توهه اهو عيب آهي يا نه، اها مون
کي سڌ ڪانهي مگر منهنجا انهيءَ بابت ويچار
تون سمجهي ڇڏ، اهو چڱو آهي....

٢٥-١-١٩٣٢ع

پرودا مندر — باپوءَ جي آشيرواد

---

* سردار ولڀ ڀائي پٽيل، انوقت مهاتما سان گڏ پرودا جيل ۾ هو.

‡ سوڀاڳوتي ڪستوربا، مهاتما گانڌيءَ جي پتني.

( ١٨ )

# وديا پيٺ ۽ آشرم: پنهنجو پرائو پيڊ

چرلجهوَ،

خط لنهنجو مليو. ڪتابن جي صندوق جمڪا هون الـي آندي هئي، جا اها آئي پهچي ويئي؟ وديا پيٺ ۾ ڪو رهي ٿـو؟ ڪتاب پليءَ پٺ ٿاهي رکيا ويا آهن يا سيڪجهه بي انتظاميءَ سان هلي رهيو آهي؟ ڪيترا يون ماهوار اخبارون به سنڀالي رکڻ لائق ٿين ٿيون. سچ ته اهو آهي تـه ڪتابن سنڀالڻ لاءِ هڪ ماٺهو سچو وقت ڏيڻ وارو هئڻ گهرجي ۽ ان هيٺان پيا به ماٺهو هجن. پيءَ صورت ۾ ايڏي وڏي لئبرري اسان کي رکڻ ٿي نه گهرجي. هي ڪم وديا پيٺ جو ٿي سمجهڻ نپيي.

اسان جو اهو ڪم ناهي. اسان جو ڪم نه هو، انهيءَ لاءِ نه وديا پيٺ کوليو ويو نه نه آشرم کي ٿي ڪٺي وديا پيٺ ڪجي ها. آشرم جو اهو ڪمترئي ڪين آهي. آشرم جو ڪم مکيه ريت اندروني آهي، وديا پيٺ جو ڪم مکيه ريت ٻاهريون آهي ۽ هئڻ گهرجي. ٻنهي جو مقصد هڪ ئـي آهي. مگر ڪم جا طريقا آزاد آهن. انهيءَ ڪري آشرم

۽ جيترا ضروري هجن، اوترائي ڪتاب وٺي ڪجن.
جيتري ضرورت هجي ان ٿالندو پڙهڻ لاءِ
ودياپُسَڪ مان پُسڪ آندا وڃن. مگر وري جڏهن
ڪم هلي، تڏهن جي ڀيءَ ڳالهه آهي. اڄ نه سڀ
ٻوڌ پروهي ويو آهي، ۽ اهو ٺيڪ ني آهي. ٻوڌ
ختم ٿيڻ تي جهجهو ۽ شيهي سمان صاف پاڻيءَ تي
نه رهندو آهي ڇا؟

ٻاڳ پنجهيءَ جي آسو جي مون کي يادگري
آهي. مون الوقت جيڪو جواب ڏنو هو، اهو اڄ
به قائم آهي. مٿي ڳالهه لاءِ مون ڦناڪي ڏانهن
جي مشابهت ڏني هئي. جيڪو آلما جاڳڻ جاڳي
ٿو، اهو اڪر به اڪر انهن ڏسندو ته جيڪڏهن آلما
مري ني ڪالهه ٿي، ته پوءِ ان جو گهر يا ڪمرا ڦاٽن
ٽٽن، سڙن، ٻرن، تڏهن به ڇا بگڙندو؟ آها نه
سدائين پورن آهي. انهيءَ ڪري ان کي ٽٽڻ
گهر ٻار جي ڪمي ني ڪالهي. گيان حاصل ٿي ويو ته
ڪمس ان جي ضرورت ني ڪالهي. مگر هي سڀ
خود-الپو Self-realisation جي وشيه آهي. انهيءَ
ڪري حسنتائين اسان جا مٿا ڦاٽن ٽا، ٽوسنتائين
ڦناڪالي ان جو ڪارڻ آهن، انهن سمجهڻ کپي.

مگر آلما ڪي چا جو منهنجو ۽ چا جو پرائون اهو سوال نہ ڪج. جيستائين سر ٻر آهي، تيستائين توري گهڻي ڀاڱي ۾ پنهنجو ۽ پرائو رهندو، اهو سمجهي، هلڻ ڪان سواءِ ٻيو رستو ڪونهي. جيئن جيئن پاڻ ماريندا ويندا سين* تيئن تيئن پنهنجي ۽ پرائي جو ڀيد دور ٿيندو ويندو. جيئن جيئن پرائو نظر ايندڙ ڪي ماريندا وينداسين، تيئن تيئن ڀيد وڌندو ويندو. هيءَ ڳالهہ جيئن جيئن سمجهہ ۾ ايندي ويندي، تيئن تيئن جوانن وانگر ٻار بہ سنگهين واٽ ايندا ويندا. ان لاءِ ڌيرج جي ضرورت آهي. الهيءَ بسبب ٻارن ڪي لکيل خط ڏس.

٣١-١-١٩٣٢ع

باپوءَ جي آشيرواد

---

* اهنڪار ناس ٿيندو ويندو.

( ١٩ )

## اُلٽي جهلڪ: پريم ڪنهن سان؟

چرنجيو،

تنهنجو خط پهتو.

سردارجيءَ سڄ پڇ ڇاءِ ڇڏي ڏني آهي. سوير صبوح جي لئي ڇنڇ تي ڇڏي هئائين، اها مونکي خبر هئي. مگر ڏهين ڏينهن بعد ٻيهر واهه ڏيڻ هاڻي اُها به ڇڏي اٿس. مون کي ڇڏڻ بعد پتو پيو. مون کيس هڪ به لفظ ڪونه چيو، هن پنهنجيءَ مرضيءَ موجب ڇڏي ڏني...... اُلٽي جهلڪ جو [اثر] اهڙو آهي. منهنجي خواهه آشرم جي زندگيءَ ۾ جتي اختلاف جي جهلڪ معلوم ٿئي ٿي، اُتي ميلاپ ڏيکاري سگهجي ٿو. سيءَ ۾ (بت) ٻ ڪپڙا ۽ گرميءَ ۾ اُگهاڙو بدن رکڻ واري جي زندگيءَ ۾ مخالف جهلڪ صاف نظر اچي ٿي. اختلاف جي اهڙين ڪيترين ئي جهلڪن جو ميلاپ ڪرائي سگهجي ٿو. مخالفت نه، مخالفت ئي آهي. اُن جو ڪارڻ آشرم جي يا منهنجي ڪمزوري آهي. انهن وروڌن جو شمار عيبن ۾ ئي ڪرڻ گهرجي ۽ انهن کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

کھڙا وروڌ، وروڌ سبب عيب ڇپيا ويندا ۽ کھڙا فقط ڇاپيا ماتر آهن، اهو نوٽ ڪرڻ لڳون، تڏهين سمجھه ۾ ايندو. هنڪي جي وروڌ معلوم ٿيا هجن، اُنهن بنسبت پڇڻ چاهين ته پڇ.

**حسد لاءِ ڪنهن ڪارڻ هئڻ بنا ڪو حسد نٿو ڪري، انهيءَ ڪري پاڻ کي ڪنهن حسد جو سبب ڏنو، تڏهن بہ اُن سان حسد نہ ڪري، اُن تي پريم ڪرڻ گھرجي. مٿس رحم ڪري سندس شيوا ڪرڻ اهائي اهنسا آهي.** پريمي ماڻهوءَ سان پريم ڪرڻ ۾ اهنسا نہ آهي، اهو تہ وهنوار آهي. اهنسا کي دان چئي سگھجي ٿو. پريم عيوض پريم ڪرڻ- اهو قرض چڪائڻ مثل آهي.

٥-٢-١٩٣٢ع

بروڊا مندر باپوءَ جي آشيرواد

## (٢٠)

## وديا پيٺ ۽ آشرم: منهنجو ڏياءُ؛ مانسڪ لڙائي

چرنجيو

خط لکڻ جو مليو. خط دير سان مليٺي ته اُنجي
مهر ڏسي، مونکي تاريخ لکي موڪلج.

ڪشن کي ڪيتري سزا ملي؟ ڪيس ڪٿي
رکيو ويو آهي؟

.......... آشرم جو تعليم سان ڪو سنبنڌ
ڪونهي، اهو مطلب تو منهنجي ڪهڙي جملي مان
ڪڍيو؟ منهنجي من ۾ جيڪي آهي، اهو هيءُ
آهي:- اکري ڄاڻ جي ٻاهرينءَ تعليم کي آشرم ۾
گهٽ درجو آهي. انهيءَ ڪري اهو وديا پيٺ
ٻڌجي نه سگهيو. مگر ٻاهرينءَ تعليم جو ڪارائتو هئڻ
ضروري اهي ني، انهيءَ ڪري وديا پيٺ جو
جنم ٿيو. ٻئي هڪٻئي جي پورائيءَ لاءِ آهن.
اهڙي قسم جي ورهاست هئڻ ڪري آشرم ۾
لئبرريءَ جي حد هئڻ گهرجي. وديا پيٺ لاءِ حد
ٿيندي ني ڪانه. اُن جي حد اندروني تجربن
بسبب ٺهرايل آهي. آشرم جو نالو پڪڙجي ويو.

اُن جي باري ۾ ڪيترائي وڌاءَ پڙيل ويچار ڦهلجي
ويا. انهيءَ ڪري اُن کي سوکڙيءَ طور ڪيترن
قسمن جا ۽ ڪيترين ٻولين ۾ ڪتاب اچن ٿا. اُنهن
سڀني جي رکڻ جي جڳهه ودياپيٺ ئي ٿي سگهي
ٿو. آشرم ۾ ته جو اپياس اسين ڪريون ٿا، اُن
باري ۾ ضروري ڪتاب ئي هئڻ کپن. اُهي ڪهڙا
هجن، اهو تون ۽ پيا ماڻهو آسانيءَ سان ٻڌائي سگهندا.
فيصلي ڪرڻ وقت مشڪلاتون اچن ته مونکان پڇ.
منهنجي خيال موجب ته مشڪلاتن آڏو اچڻ جو
ڪارڻ ئي ڪونهي. هيترن سالن جي آشرم جي
هستيءَ بعد اسان کي عام طرح ڪهڙن ڪتابن جي
ضرورت آهي - اهو يڪدم ٻڌائي سگهجي ٿو.
اُنهن کان سواءِ اسان کي ضرورت ٿئي ته اسان ودياپيٺ
جي لئبرريءَ جي شرن وٺي سگهنداسين.
ٻئي سنستائون الڳ الڳ آهن، ائين سمجهڻ جو
ڪو سبب ڪونهي. ٻنهي جا ميدان آزاد آهن مگر
ٻنهي ۾ ڏکڄهڙائي گهٽي آهي ۽ اُها وڌندي
پيئي وڃي.

ڪنهن بسبت منهنجو من ٻڌجي ويو ته ماڻهن
اُنهيءَ خلاف ڪجهه نه ٻڌان ۽ ڪجهه نه ڏسان، ائين

تہ مان جاڻي ٻجھي ڪڏھن بہ اُلٽو ڪريان. ٻڌان
ھميشہ ٿو، مگر انھيءَ ڪري منھنجا ويچار ھميشہ
بدلجي نہ ٿا وڃن. **ڏسڻ بعد ناھيل خيال**
**ترت ئي ڦيرائڻ مان ھڪ گھڻائي سمجھان ٿو.**
**ڪڏھن بہ خيال نہ بدلائڻ ھڪ قسم جو**
**ھٺ ٿيو، انھيءَ ڪري اُھا بہ اوڻائي آھي.**
ويچار بدلائڻ لاءِ ڪجھہ تہ مضبوط ڪارڻ ھئڻ گھرجن.
ڪيترا پيرا تہ مونکي ظاھر ثابتيءَ جي ضرورت
معلوم ٿيندي آھي. اھو سڀاءُ مون قائم رکيو آھي
۽ انھيءَ سبب مان ڪيترن جھڳڙن — براين کان
بچيو آھيان. منھنجو ٻين سان ٿيل سنبنڌ نرمل رھيو
آھي. انھيءَ ڪري جو ڪجھہ پڙھو ھجيٿي، اُھو
ڪليءَ دل سان پڇ. اھڙو موقعو وري نہ ملندءِ.

نيڪ آھي. ”ينگ انڊيا“ جو ليکڪ مان، اھو
ھڪ شخص ۽ آشرم ۾ سيني جي لہ وچڙ ۾ ايندڙ
مان، اھو ٻيو شخص. ”ينگ انڊيا“ ۾ تہ مان پانڊو
(ڳٺوان) ٿي وھان ٿو، آشرم ۾ مان جھڙو آھيان،
اُھڙو نظر اچان ٿو ۽ ڏسڻ ۾ اچڻ بنا ڪيئن رھي
سگھان ٿو؟ ۽ مان ٽيس سچ جو پوڄاري، ڪڏھن
جاڻي ٻجھي دوش لڪائڻ جي ذري بہ ڪوشش

منهنجي هتان نہ ٿيندي. اهڙيءَ ڪري مون ۾ هاٺوڪا ڪوڙو (پريل اوٺايون) چوطرف کان باهر اڪرڻ لڳندا. مون ۾ ديو اسر (ديوءَ دلتن واري) لڙائي هميشہ هلندي رهي ٿي، اهو تو ٿي چيو هو نہ؟ مگر ڪوڙون جي هار ٿي رهي آهي، ائين مان محسوس ڪري رهيو آهيان. مگر اُن بنسبت مان اڄ نشچي سان ڪجهہ بڌائي نٿو سگهان. سولن* جي چوڻ موجب اهو موت بعد ٿي بڌائي سگهبو. لکاپتي هڪ کن ۾ بہ فقير ٿيل مون ڏٺا آهن. اهڙيءَ طرح مولکي ڪنهن قسم جو هت معلوم ڪوا تو ٿئي. هت ڪرڻ مان لاڀ ٿي ڪهڙو؟

۱۳-۲-۱۹۳۲ع

پروڊا مندر باپوءَ جي آشيرواد

---

* سولن هڪ يوناني فيلسوف ٿي گذريو آهي. اُنجو چوڻ آهي تہ "ڪنهن بہ انسان بنسبت سندس موت کان اڳ ڪو رايو نہ ٻڌهارڻو."

( ٢١ )

## ٻين جي نڪته چيني: آشرم ۾ مان: اڪري گيان: آشرم جي پرارٿنا

چرنجيو

تنهنجو خط سٺو آهي. کليءَ دل سان لکيئي، اهو چڱو ڪيءِ. تو جا نڪته چيني ڪئي آهي، اُن جو هي جواب آهي. مونکي انهيءَ شخص جو جواب ٻڌڻو پوندو، تڏهن ته مان اُنهن مثالن بنسبت چئي سگهندس. مگر معمولي طرح مان ايترو چئي سگهان ٿو ته جتي موڪل ڏني ويئي آهي، اُتي حقي موڪل جو ويچار ڪيو ويو يا ضرورت ڏني ويئي آهي. جيڪي موڪل وٺندا آهن، اُهي سستيءَ سبب نه، سندن سرير چٿو يا سياءُ چٿو، موڪل گهري ٿو، اهڙو مونتي اثر پيو آهي. اسان ڪنهنجا جج ٿي نٿا سگهون. سندن ڪوشش جي اسانکي ڄاڻ به نه ٿيندي. انهيءَ جي اِها معنيٰ ڪانهي ته اُنهن ۾ اڻپورائي ڪانهي. اڻپورائي نه هجي ها ته آشرم ۾ ڇا لاءِ اچن ها؟ هو ٻڏونگي ڪين آهن. مان جيڪي ڪريان ٿو، اُهو سڀئي ڪي ڪرڻ گهرجي يا اُهو سڀيئي ڪري سگهن ٿا، اهو سمجهڻ وڏي ڀل آهي. جو بار پيم ڪڻي ٿو، اُهو مان ڪڻڻ لڳان ته

اُنهيءَ گهڙيءَ مونکي ”رام“ ٻولڻو پوندو ۽ جيڪڏهن
ڪو منهنجي ٻنگلائيءَ سان ريس ڪندو ته اُها
اُها سندس غلطي ٿيندي.

ماڻهو مونکي نڳين ٿا، اهڙو الزام ڪيترن ئي
لڳايو آهي. ڪير به ڪو نه ٿو نڳيم، ائين ته ڪونهي
مگر ڪيترا ڪو نه ٿا نڳين. مونکي اهڙو تجربو مليو
آهي ته ڪيترا ماڻهو منهنجي سامهون جا هلت رکي
سگهن ٿا، پوءِ اُهي اُهڙي نٺا رکي سگهن. انهيءَ
ڪري ڪيترائي مونکي ڇڏي ڏين ٿا. ائين گهڻا
پيرا ٿئي ٿو، انهيءَ ڪري مونتي الزام مڙهيو وڃي
ٿو ته مون ۾ ڪشش. شڪتي آهي!

مگر ايتري مان تنهنجي يا ٻين جي شڪ دفعي
ٿيڻ جو امڪان گهٽ ٿي آهي. هي مون پنهنجي
ٻچاءَ ڪرڻ لاءِ نه لکيو آهي، مون صرف پنهنجي
من جي حالت ٻڌائي آهي. مگر سڀئي ڳالهيون اها آهي
۽ اُها مان انيڪ سالن کان مڃي رهيو آهيان ته آشرم
جي اوٽائي، منهنجي اوٽائيءَ جو ٻاڇو آهي. مون
ڪيترن کي ئي ٻڌايو آهي ته منهنجي ٻچاءُ مونسان
ملڻ سان نه ٿيندي. مونسان ملڻ تي مان سڄو ئي نظر
ايندس، مون ۾ جيڪي گڻ نه هوندا اُهي به مونتي
مڙهيا ويندا. جيئن ته مان سچ جو پوڄاري آهيان،

انهيءَ ڪري اُها پوڄا پڻ جون اکيون گهڙي پلڪ لاءِ بوٽي ڇڏينديون. مگر مونکي سڀاڻي لاءِ منهنجي غير حاضريءَ ۾ آشرم ڏسڻ گهرجي. اُن ۾ نظر ايندڙ سڀيئي خاميون منهنجي خامين جائي ٻاچا آهن. انهن سمجهڻ ۾ ڏري به غلطي نه ٿيندي، مونتي ظلم نه ٿيندو. جي ساٿي آشرم ۾ گڏ ٿيا آهن، اُنهن کي مون ٿي ڪوشش ڪري آندو آهي، انهن ٿي ڇوڙ گهرجي. ءَ اُهي ماڻهو آشرم ۾ رهي به پنهنجا عيب دور نه ڪري سگهيا يا لٽي پٽي سندن وڌ يا ته اُنهيءَ ۾ سندن دوش ناهي پر منهنجو آهي؛ ان ۾ منهنجي ساڌنا جي ڪمي آهي. اهڙي ڪمي مان ڏسان ڪو نه ٿو يا منهنجي سمجهه ۾ ڪانه ٿي اچي، انهن به ڪين آهي. مان اينرو ٿي ڇٽي سگهان ٿو ته جا اوڻائي آهي، اُها ڪوشش ڪرڻ تي به اچا رهيل آهي. مان ڪوشش ڪندڙ آهيان، انهيءَ ڪري لٽي پٽي آشرم جي زواليت ڪانه ٿي آهي، اهڙو منهنجو خيال آهي. جن ٿن همدن تي آشرم ڪوليا ويا، اُنهن همدن تي اُهي ڪامياب ٿيل نظر آيا آهن، اُنجو مونکي آتت آهي. مگر انهيءَ آتت سان به مان پاڻکي يا ٻئي ڪنهنکي ٺڳيندس، ائين ناهي. منهنجي منزل ته دور آهي ءَ پنڌ بہ بلڪل اڻانگو آهي تڏهن به ياترا ته پوري

ڪرڻ ئي گھرجي. **سچ جي تلاش ۾ ناڪاميابيءَ کي ڪا جڳهه ئي ڪانهي،** انهيءَ ڪري سبب مان بي فڪر آهيان.

آشرم ۾ عالم طبقي کي چڪي نه سگھيس، اهو سچ آهي. سبب اهو آهي جو مان پاڻ ڪي ودوان ڪونه ٿو سمجهان ۽ جيڪي ٿورڙا ودوان آشرم طرف چڪي آندا ويا آهن، اهي عالم پڻي وڌائڻ لاءِ نه آهن بلڪ ڪجهه بيو آڻڻ لاءِ- وڌائڻ لاءِ ڪنا ٿيا آهن. اهي سڀيئي سچ جي تلاش ۾ آهن ۽ سچ جي کوج نه چاهي اڻ پڙهيل به ڪن، بار ڪن، ٻڍا ڪن، استريون ڪن، خواهه مرد ڪن. اڪري گيان ڪيترا ٻيرا هرڻيه ميه پاترهجو ڪم ڪري ٿو ۽ سچ جو منهن ڍڪي ڇڏي ٿو.

انهيءَ ڇڪي مان اڪري گيان جي ڪا نندا ڪانه ٿو ڪريان، پر انکي سندس لائق جڳهه ڏيان ٿو.

آشرم ۾ پرارٿنا مکيه ريت سنسڪرت ۾ پسند

---

*ايش اُپنشد جي شلوڪ ۾ اچي ٿو ته "هرڻيه مئين پاترڻ سنيه سيه اپهتم مکم" يعني سونې برتن سان سچ جو چهرو ڍڪيل آهي. انجو مطلب آهي ته دنيوي لالچون (پئسو وغيره) سچائيءَ کان محروم رکن ٿيون. (ترجمان)

ڪٿي ويٺي آهي، چاڪاڻ ته آشرم ۾ گهڻو ڪري
هندو ساٿي آيا آهن. ٻين ٻارن تنهنجي سان ساڻ ڪونهي.
ڪڏهن ڪڏهن اسان اُهي ٻه ڪيدائي آهيون ته؟
گهڻن هندن بجاءِ جيڪڏهن گهڻا مسلمان اچن ته
قرآن شريف روز پڙهيو ويندو ۽ مان ٻه اُن ۾ ٻڌو
وٺندس. هيمان توکي ڪجهه جواب مليو؟ سنتوش
ٿئي ٿو؟ نه ٿيندو هجيئي ته وري پڇ. مان نه
ٿڪبس. توکي سنتوش ٿئي، اهائي اڇا اٿم. تون
نه ٿڪج.

۱۹-۲-۱۹۳۲ع

يروڊا مندر باپوءَ جي آشيرواد

---

( ۲۲ )

## ميران بابت: سچ ٻول پر مٺو:
## پنهنجي اندائي

چرنجيو،

تنهنجو خط مليو. تون مونکان دل تي اثر ڪندڙ سوٽر روپ ۾ وچن چاهين ٿي، مونوت جيڪڏهن خزانو هجي ها ته هوند اُهو کولي، اُنمان هر هفتي مان توکي ڪجهه نه ڪجهه موڪليندو رهان ها. مگر

مون وٽ اهڙو ڪجهه به نه آهي. جيڪي وچن نڪرن ٿا، اُهي از خود نڪرن ٿا، ۽ جيڪي از خود نڪرن ٿا، اُهي ئي سچ آهن ڇاڪاڻ ته اُنهن کي ئي زنده وچن چوڻ گهرجي. ٻيا وچن بڻاوتي ٿين ٿا. اُهي سهڻا معلوم ٿين، لڏهن به سندن نتيجو بقادار نٿو رهي، انهين مان سمجهان ٿو. مونکان بڻاوتي ڪجهه ٿي ئي نٿو سگهي. ولايت ۾ پڙهڻ وقت ٻه دفعا اهڙي ڪوشش ڪيم ۽ ٻئي ڀيرا ناڪامياب ٿيس. اُن بعد اهڙي ڪوشش ڪئي ئي ڪانه اٿم.

جيئن منهنجي لفظن بنسبت آهي، ليئن ئي منهنجي باري ۾ جيڪي آزمودا تو لکيا آهن، اُنهن بنسبت به سمجهه. ميران بائيءَ جي باري ۾ مون جيڪي چيو هو، اُنجي مونکي ياد گيري آهي. ان وقت جيئن مونکي سجهيو هوندو، ليئن مون جواب ڏنو هوندو. اُنهيءَ جواب جو اثر توتي چڱو ڪو نه پيو، اهو مان سمجهي سگهان ٿو. اها منهنجي اهنسا جي کمي آهي. ان وقت جيئن مونکي سجهيو، تيئن مون ٻڌايو هوندو. مگر ان ۾ توکي ڏنگ نظر اچڻ به ممڪن آهي. "ستيم برُويات پريم برُويات." *اهو فقط

* سچ چئو پر اُهو وڻندڙ (پريه) هجي. (ترجمان)

وهنوارڪ وچن نه بلڪ اصول آهي. پريم جو ارٿ
اهنسڪ آهي. مون توکي جيڪي جوش ۾ چيو
هوندو، اهو نه جيڪڏهن مون نمرتا سان پڌايو هجي
ها نه جيڪو خراب اثر باقي رهجي ويو، اهو نه
رهي ها. اهنسڪ سچ بنسبت نه ائين ٿئي تو جو
اُن وقت اُهو ڪوڙو معلوم ٿئي تو مگر آخر ۾ اُهو
امرت پريل پاسڻ ڪپي. اها اهنسا جي ضروري
ڪسوٽي آهي. ميران بائيءَ بنسبت مون توکي
سڀ طرف ڪٿي تمام پختائيءَ سان پڌايو هوندو.
مگر ڪيس مون جيترو رناريو آهي، اوترو ڪنهن به
زال يا مرد کي نه رناريو اٿم. اُنجو ڪارڻ منهنجي
ڪنورتا، بي صبري ۽ موهه آهي. ميران بائيءَ جو
ڪمل تياڳ مان بيان ڪان باهر سمجهان تو ۽ انهيءَ
ڪري اُهو مڪمل ٿئي، اها منهنجي خواهش آهي.
اُنم تورڙي به خامي نظر آئي ۽ انهيءَ موه سبب
بي صبريءَ سان مٿس ڪاوڙ ڪري ڪجهه چيم نه
بس، اڪين مان ڳوڙها ڳاڙڻ شروع ڪيائين. انهن
تجربن مان آءٌ پاڻم پريل هنسا پروڙي سگهيس ۽
انهيءَ ڪري پنهنجي پل جي يادگيري ڪري
مان پاڻ کي سڌارڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو آهيان.

انهيءَ سبب تنهنجا خط مونکي سٺا لڳن ٿا. توکي
جواب جي صورت ۾ مان ڪجهه ڏيئي سگهندس
يا نه، سو چئي نٿو سگهان. مگر مونکي ته لاڀ حاصل
ٿي رهيو آهي. انهيءَ ڳالهه جي- ڪنوارتا جي ڄاڻ
مونکي ولايت ۾ ٿي. منهنجي خدمت ۾ گهڻو ڪري
ميران هئي. اُتي به ڪيس رتارڻ ۾ مون ڪسر ڪانه
ڇڏي. مگر اُن مان مونکي سکيا حاصل ٿي. ڪنهن
به بنسبت منهنجي مورکائي ايشور ڳچ دير تائين رهڻ
نه ڏني آهي. راجنيتيءَ ۾ به جڏهن جڏهن مون
غلطي ڪئي آهي، تڏهن تڏهن ايشور مونکي ترت
سڌاريو آهي. تنهنجا خط اهڙيءَ جاڳرتا ۾ مددگار ٿي آهن.

هاڻ منهنجو پوپون خط توکي زياده چڱيءَ طرح
سمجهه ۾ ايندو. **آپورنتا کان مڪمل جي آشا يا
چاهنا ڪيئن ڪري ٿي سگهجي؟** هڪ اندي
اندن جي سيا ناهي آهي مگر اندو پنهنجي اندائي
جاڻي ٿو. اُن جي دوا به کيس معلوم آهي. انهيءَ
ڪري اندن کي پاڻ سان هلائيندي به کيس وشواس
آهي ته اهو کين کوهه ۾ نه ڪيرائيندو ۽ پاڻ به نه
ڪرندو. هو پاڻ لٺ ڪٽي هلي رهيو آهي. لٺ
سان اڳتي جو رستو ڳولهيندي، هو وچي رهيو آهي
۽ قدم وڌائي رهيو آهي. اُنهن لٺي پٺي ڪلياڻ ني

ٿيو آهي. لٺ جو استعمال ڪندي ٻه جني جني ٿورو رستو پلجي ويو آهي، اُتي اُتي ٽرت ڪيس پل معلوم ٿي آهي ۽ پوڻتي هٽي پنهنجي ساٿين کي ٻه پوڻتي موڙيو اٿس. منهنجي الدائي جيستاءِ هلي رهي آهي، ڀيستاءِ ٿو جهڙن پريمي ماڻهن کي ٽيڪا ٽپڻيءَ ڪرڻ جا ڪارڻ ملندا رهندا. اندائي ناس ٿيندي ته پوءِ ٽڪا ٽپڻيءَ جا سبب نه ملندا. انهيءَ وچ اسان سڀيئي اندا سچ جا ڪانڪي هٿڻ ڪري هاٿيءَ کي ڇهڙو ڏسندا سين، ٿهڙو چوندا سين. اسان سڀني جا بيان نرالا هوندي ٻه اوتري اوتري ڀاڱي ۾ اُهي بلڪل سچ هوندا ۽ اسان سڀني آخر هاٿيءَ کي ڇهيو ٿي هوندو. جڏهن اسان جون اکيون کلنديون، تڏهن اسان سڀيئي گڏجي ڏسندا سين ۽ رڙ ڪري چوندا سين ته اڙي، اسان کهڙا نه اندا هئاسين؟ هي ته هاٿي آهي، جنهن بابت اسان اُنهيءَ گيتا ۾ پڙهيو هو. اسان جون اکيون جلد کلن ها ته ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها، مگر دير سان کليون ته انهيءَ لاءِ چنتا ڇا جي؟ ايشور جي گهر وقت جو ماڻهن ڪونهي ٻا ڪو ٻيو ماڻ آهي. تڏهن گيان ۾ اگيان غائب ٿي ويندو.

توکي مون ۾ جو ڪجهه اڻ ٺهڪندڙ نظر آيو هجي—

ڇا اُنجا جواب هاڻي تون هدمان نه ڪئي ندين؟ انجو اهو مطلب ڪونهي ته هاڻي تون پڇندا سوال مون اڳيان نه رکه. رکندي وڃ ۽ مان جواب ڏيندو ويندس.

٢٠-٢-١٩٣٢ع

پرودا مندر          باپوءِ جي آشيرواد

---

(٢٣)

## پل ۽ ايمان: آشرم

چرنجيو،

تون پڪيه پورو ڪرڻ پاڃي ويٺين ۽. انهيءَ ڪري مان سمجهان ٿو ته ڀڳوان تنهنجو نشو لاهي ڇڏيو. اها غلطي تون جيتري وڏي سمجهين ٿي، مان اوتري نڻو سمجهان. نشو لاٿائه، ايتري لاءِ ٿـي چوانٿو ته اسين جو غلطين جا پتلا آهيون، ڪهن بـ ڪم ۾ غلطي نـ ڪريون ته اسان مجهه ايمان (پوءِ اهـو ڪيترو بـ سوکيم ڇو نه هجي) پيدا ٿيڻ جو امڪان آهي. نارد جي باري ۾ جيئن رامچندر يا شو ڪيو، تيئن رام تو بنسبت ڪيو، مان ائين سمجهان ٿو. پڻ ڪم ٿيا. ايمان لئو ۽ هاڻي غلطي نه ٿيندي.

لکهندي خط ۾ جي لفظي چتر آهن، اُنهن تي اچ

ڪجهه لکڻ جي ضرورت ڪانهي. تون ڪنور
آهين، انهن مان ڪين ٿو ڇوان. تنهنجي ٽيڪا منهنجي
ڪم جي نه آهي. سڀني ۾ چڱايون مدايون ڀريل
آهن. جيڪڏهن تون ڳڻ گهٽ ڏسين ٿي ته وڌيڪ
ڏسڻ جي عادت وجهه.

منهنجي خط ڪري چنتا ڪرڻ، جو ٥٥٥ لاءِ
ڪو ڪارڻ ڪونه هو. ٥٥٥ يگيه ڪڍي نه رهيو
آهي. ٻين بدني ڪمن لاءِ مون وقت نه ڪونه
رکيو آهي، انهيءَ لاءِ هو ڇا ڪري؟ انهيءَ ۾
منهنجي رتا-شڪتيءَ جي اٽپوراڻي آهي. آشرم
شروع ڪيم، تڏهن ڪان نه سنئو انتظام ڪري سگهان
ها ته اڄ جو ڪن ماڻهن جو فقط نظرداري ڪرڻ
وغيره ۾ وقت وڃي ٿو، اُهين نه وڃي ها. ٿيو سو
ٿيو. هاڻي ٻه قيرقار ٿي سگهي ٿي، انهن مان
سمجهان ٿو. مگر اُها ڪيئن ڪئي وڃي، اهو نٿو
سمجهي ۽ منهنجي پيٽ ۾ انهن ڳالهين ۾ آشرم جي
نيمن موجب گهڻو ويچار ڪري عمل ڪرائيندؤ يا
ڪرائيندؤ ڪا اڄا ڏاءِ اسان کي نه ملي آهي. جيستائين ڪو
نٿو ملي تيستائين جيڪي آهي، اُهو برداشت ڪرڻ
گهرجي. گهڻي اٽپوراڻي آهي، اهو ڌيان ۾ رکيو
اٿم. جاڪاڻ ته منهنجو اهو رايو آهي ته آشرم ۾ سڀني

ماڻهو بدني ڪم حصي سارو ڪري سگهندا ۽ خاص انتظام تي سگهندو، اهو ممڪن آهي. انهيءَ وشواس سان اسين هلون ته نيٺ ڪڏهن ته سڦل ٿينداسين.

۷-۳-۱۹۳۲ع

يروڊا مندر                باپوءَ جي آشيرواد

---

( ۲۴ )

## سائين جي اوٽاين جي ذميواري: طلاق: گڏيل تعليم: سوپيا.

چرنجيوي،

تنهنجو خط مليو. هاڻي مونکي ڪابه همت سان نئي لکڻو پوندو، انهيءَ ڪري ڪابه همت ساچي همت جي رفتار سان هلندو ڪونه. *مهاديو جي مدد هاڻي ملندي مگر انکي جيل جي باري ۾ نئون تجربو ئي چوڻ ڪيي. ڏ سان ڪيستاءِ لکائي سگهان ٿو. فقط پريم جا خط لکي ٿا سگهجن يا نه، اهو ڏسڻو آهي. جيئرا ضروري هوندا، اوترا لکائيندس.

تنهنجي خط مجهان مان ذرو به خفي نه تيو

* سرڳواسي مهاديو ڊيسائي.

هوس. اسان سيني کي يا تہ روز مٿي چڙهڻ گهرجي يا هيٺ لهڻ گهرجي. هڪ هنڌ قائم رهڻ جهڙو ڪجهہ ممڪن ڪونهي.

اوڻاين جي ذميواري مان پاڻ تي ئي کڻان ٿو. انهيءَ ۾ اجائي نمرتا يا وڏائي ذرو بہ ناهي. انهيءَ جو مطلب اهو ڪين آهي تہ ٻيا اوڻائيءَ کان ڇٽل ڇٽبا. مگر مطلب آهي تہ هو جيئن چڱي جو جس وٺي ٿو، تيئن ئي مٺي جو- اهڙس جو- سوامي بہ اُن کي ئي ڇڱائي. انتر جاتيہ شاديءَ جي ضرورت ڪنهن حد تائين مان مڃانٿو.

جڏهن مرد کي طلاق ڏيڻ جو حق آهي، تڏهن زال کي بہ اُهو هئڻ گهرجي. مگر رواجي طرح مان انهيءَ رسم جي برخلاف آهيان. پرڀو جي ڀڳتي انهيءَ ۾ مضبوط هئڻ کپي.

زالن مردن جي تعليم الڳ بہ هجي ۽ گڏ بہ، اهو جدا جدا وشين (Subjects) تي مدار رکي ٿو. قانون (Law) جي تعليم گڏ وٺڻ کپي. انهيءَ بسبت سيني ملڪن لاءِ سيني حالتن ۾ مان هڪڙو ئي نيم لڳائي ڪين سگهندس. اها وشيہ سليس ڪين آهي. ڪنهن بہ پڪيءَ طرح نتيجو ڪو ڏيکاري نہ سگهيو آهي. انهيءَ سوال تي اڃا تجربا ٿي رهيا آهن.

سوپيا جي ساراه ٿيڻ ئي گهرجي. مگر اُها ماڻ ۽ شانت سُني، پر آڪاس جي سوپيا جي درشن سان جيڪو خوش نہ ٿيندو، اُنکي ڪجهہ بہ پسند نہ ايندو، ائين چئي سگهجي ٿو. مگر جو خوشيءَ ۾ پاڳل ٿي، تارن تاءِ پهچڻ جا پور پچائڻ لڳي تہ اُهو پليل چئبو.

چين جيان بسبت اسان جي همدردي چين طرف ٿي ٿيندي. مگر پوري حالت جا مون ڪنهن ٻالڪ جي خط ۾ ذڪاري آهي، اُهاٿي معلوم ٿئي ٿي.

١٣-٣-١٩٣٢ع

يروڊا مندر — باپوءَ جي آشيرواد

---

( ٢٥ )

## يگيہ ۽ آيمان: موت جو ڊر اجايو: انسان ۽ سماڻتا.

چرنجيو،

ڪابي همت سان لکڻ جو نشچو ڪيو اٿم تہ لکڻ جي چاهنا بہ از خود ئي گهٽ ٿئي ٿي، چاڪاڻ تہ

اڃا اها عادت نہ پيئي اٿم. ولايت کان جي ڪاغذ وغيره آندا ويا آهن، اُهي اسان کي ڪم ۾ آڻڻا آهن. اُنهن مان ڪنهن غلط فهميءَ ٿيڻ جو امڪان هجي تہ اُنهن تي پيا هجن، پوءِ ڪم ۾ آڻي سگهبا...

يگين بنسبت ايمان (پختائي) ضروري آهي. ايمان (همت) معنيٰ مان کهڙي بہ هجان تہ بہ منهنجو يگيہ ڪسي نٿو سگهي، اهو ايمان ڇڏڻ لائق آهي.

مونکي مايا بڌندي ٿـي ڪالہ، انهن خاطريءَ سان جيڪڏهن مان چوان تہ مونکي ميگهہ جيءَ * بنسبت جواب ڏيڻو پوندو نہ! اُهي (مايا جي) چار ڪان ڇڏڻ جي ڪوشش ڪرڻ وقت بہ ڪوملتا ۽ شيوا ڀاءُ اسان کي نہ ڇڏڻ کپي. ڪو مرندو تہ پوءِ ڇا ٿيندو، اهو خيال بيوقوفيءَ جو آهي، مايا جو ناهي. مرڻو سڀني کي آهي، اهو هڪوار جاڻڻ بعد اُنجو ويچار ڇو ڪجي؟ بي ڳالهہ اها آهي تہ پنهنجي خواهش سان انت ور (يگوان) جي همت جو رانديڪو ٿيڻ بعد خيال ڇا جو؟ ڪيئن جيئن نچائڻو هوندو، تيئن هو نچائيندو. مکيہ ڳالهہ نہ نچڻ جي

* ماتا جي بيماريءَ ۾ بکہ تيل آشرم جو هڪ نعيو چوڪر.

آهي نه؟ جنهنکي هميشه نچڻ جو وجهه ملندو، اُن کي پيو وڏيڪ ڇا گهرجي؟ ......

...... تنهنجي عيبن جي مان اُپٽار ڪريان، اهڙيءَ طلب ذريعي تون ساراهه چاهين ٿي ڇا؟ مون کي تنهنجا عيب ڏيکارڻا ڪين آهن. گهٽيئي پيرا مان توکي ڏيکاري نه چڪو آهيان ڇا؟ اُنهن مان ڪيترا سڌاريا اٿيئي، اهو پهرياءِ پڌاءِ، پوءِ وڌيڪ ويچار ڪندس.

ايشور جي ڀڳتن ۾ هڪ حد تائين برابري رهي ٿي. مڪمل سمانتا جنهن ۾ ظاهر ٿئي ٿي، اُهو پرميشور آهي، مگر اُهو ته هڪ ئي آهي. تنهن مڪمل انسان ۾ به سمانتا اڻپوري ئي رهندي. انهيءَ ڪري متڀيد ۽ وروڌ ٿئي ته اُن ۾ افسوس ڪرڻ جو ڪو ڪارڻ ڪونهي. جڳت اسمانتا (اڻ برابريءَ) جو روپ آهي. اسان جو ڌرم اهو ٿيڻ گهرجي ته ڏينهون ڏينهن وڌيڪ سمانتا حاصل ڪندا رهون. اٿين ڪرڻ سان اسمانتا برداشت ڪرڻ کان ٻاهر هئڻ بجاءِ برداشت ڪرڻ جوڳي ۽ گهٽي قدر مدوهر به معلوم ٿيندي.

ٻين ملڪن کان هندستان جو ڀيڪجهه سنو آهي، انهن مڃڻ لاءِ ڪو سبب ڪونهي؛ ڪماليت ۽ ذواليت،

اهو سرشتو، جو ليمر ئي آهي. لٽي پٽي هندستان ۾ سڀ ڪجهه آهي، الهيءَ ڪري هندستان جهڙو ملڪ ٿيو ـــ ۽ نه جيتيندڙ. انجو اولهو مطلب اهو آهي ته غلامن جي پيٽ ۾ ظلم ڪندڙن جي حالت وڌيڪ خراب ٿئي ٿي.

اسان وٽ آڪاس- وديا تي ڀلا اپڻي سنسڪرت جا ڪهڙا ڪتاب آهن؟

٢١-٣-١٩٣٢ع

پرودا مندر                                        باپوءَ جي آشيرواد

---

( ٢٦ )

## سپنا: ڪروڙ استريون ۽ شيوا: انسانيت

چرنجيو،

تنهنجي من ۾ اٿندڙ سوالن جي پڇڻ جو هيڙو موقعو وري شايد نه ملندءِ. توکي معلوم آهي ته مان هڪ ست ۾ اهي جواب ڏيڻ سگهان ٿو؟ صفحن جا صفحا به ڀري سگهان ٿو. زياده لکڻ لائق نه ٿيو ته ٿوري ۾ لکي ختم ڪندس. تڏهن به جواب نامڪمل نه هوندو. منهنجي ساڄي هٿ

لئي پنهنجي زبان جو اثر ٿيو. اهو چوڻ ڪانءِ ڏار
لئي وڌيو ۽ ڏار ٻڌي ٿيو، تنهن سمجهڻ سمان آهي.

مونکي سپنا نه اچن ٿا مگر من جو اوڏاهين
شايد ٿي ڌيان وڃي ٿو. سپنا ڏسندو آهيان ته انهن
جو مان خيال ڪونه ڪندو آهيان.

پنهنجي لئبرريءَ ۾ ڪارلائل ۽ رسڪن جي
ڪتابن جو پورو سيٽ هوندو، هجي ته انهن جي
فهرست موڪل.

سيني ڪتابن جون فهرستون اسان وٽ
ڪمتريون آهن؟ هڪ کان گهٽيون هجن ته هڪ
مونکي موڪل.

ڪرڙوڙ اسٽرين ٻسبب ٿيون لوڪي ڪڏهن
لکيو ڪونه آهي، اڄ لکڻ چاهيان ٿو. آشرم جون
ڀينر، ڪنهن سماجڪ ڪارڻ ڪري گڏ ڏيل نظر
لڳيون اچن. انجو مطلب — سنگهه ٿنو آهي. انهيءَ
ٻسبب o o o کي ۽ o o o کي لکيو ائين مگر اُن
جو مٿن ڪو اثر ڏيل نظر ڪونه ٿو اچي. ڪڏ جي
ڪم ڪرڻ جي ذميواري ٻاڻ لئي ڪٽڻ جي طاقت
ڏالن ۾ اچڻ گهرجي. لوڪي ڀاڻ ۾ همت ۽ آتم
وشواس محسوس ٿيندو هجي ته تون اهو ڪم
پنهنجي هٿ ۾ کڻ. جيڪڏهن هٿ ۾ ڪٽڻو هجيئي

ته "هار نه کائيندس" اهڙو نشچو ڪري ڪبو.
سڀني سهولتن هوندي ئي ڪم ڪرڻ، اهو ڪم
ڪرڻ ڏکو ڪونهي. ڪهڙي به ڪاٺيءَ جي ٽڪري
مان واڍو شڪل ٺاهي سگهي ٿو، ڪهڙي به پٿر
مان نقاش بت ٺاهي سگهي ٿو، ليڪن ڪهڙن به
انسانن مان وڏن ۾ ڪاڻن ڪم ڪرائڻ اچي لڌهن ٿي
انسانيت چوڻ گهرجي. مان ته سمجهان ٿو ته اسان
کي منسار ۾ اهو ئي سکڻو آهي ۽ انهيءَ واسطي
اسان ۾ ساگر جهڙي دلي ڪشادگي هئڻ گهرجي.
ڪنهن مان ڪڏهن لي انجا عيب ئي ڏسڻ لڳاسين
ته ڪم ئي بگڙجي ويندو. عيب ته پاڻ ۾ ۽ پنهنجي
سامهون وارن ماڻهن ۾ آهن ئي. تڏهن به ساڻن
اسان کي گڏجي ڪم ڪرڻو آهي، اهو اهڃو ڪبو
ته پوءِ ئي ڪم پورو ٿيندو. اهو تمام مشڪل ڪم
آهي، اها مونکي خبر آهي. ڪمترن ئي سالن کان
منهنجو ته اهو ڌندو آهي. مگر مان ڪامياب ٿيو
آهيان، انهن جتي ڪين ٿو سگهان. ٿوري
ڪاميابي ململ معلوم ٿئي ٿي، انهيءَ ڪري ته
بمن ڪسي اڳتي وڌي وڃڻ جي همت پيا اُتساهه
ڏاوڀان ٿو.

هاڻي تو کي جيڪي مناسب لڳي سو ڪر. هي خط پڙهڻ اڳيان رکڻ چاهين ته ڀلي رک.

٢٨-٣-١٩٣٢ع

يروڊا مندر باپوءَ جي آشيرواد

---

## (٢٦)

## آشرم: پريم جو سياءُ

چرنجيو،

تنهنجو خط مليو. ٽوال وغيره جا لڱوٽا اسان آشرم ۾ ڇو ڪريون؟ انهيءَ ڳالهه جو ○ ○ ○ جي خط ۾ ذڪر ڪيو اٿم، انهيءَ ڪري هتي انهيءَ باري ۾ ڪونه ٿو لکان. تون خود اهو سمجهي رهي آهين، انهيءَ ڪري تو اڳيان اهڙو سوال آيو ئي نه، اهو پڇڻ لاءِ ئي هي هتي لکيو اٿم.

تون جيڪو آشرم کي سرٽيفڪيٽ ڏئي رهي آهين، اهو مان ڪين ڏيندس. سچ هوندو ته مون کي اهو سرٽيفڪيٽ اوس پسند ايندو. آشرم جيڪو سوال هٿ ۾ کڻي ٿو، ان پٺيان پاڳل ٿي وڃي ٿو، اهو اثر شايد تو تي پيو هجي. اهو نيڪ

ناهي. آشرم جا ورت ٻي ٻوريءَ طرح اسان عمل
۾ ڪٿي آڻيون ٿا؟ آشرم ۾ هندي، اُڙدو، تامل
تيلگو، سنسڪرت سيکارڻي هئي. اُن بنسبت
تمام جهڪي ڪوشش ٿي آهي. ڇو جو هنر اڄا
اسان ڪٿي سکي چڪا آهيون؟ سٽو سهو سٽ
اسان ڪٿي ٿا ڪڍي سگهون؟ اهڙيون گهڻيئي
ڳالهيون مان ڏيکاري سگهندس. منهنجي شڪ
جي ٻنيادي لاءِ ايترو ئي بس آهي. لپ وغيره
ٻنهان سيڻيئي لکي سگهن ٿا، اها ڳالهه مڃائيءَ ٻنهان
سڀ لکن ٿا، الهيءَ چوڻ والکر ئي ٿي. سنسار ۾
اهڙيون ڳالهيون آهن، جنهجي ٻنهان لکڻ ۾ محنت
لڳي لڳي. ٻسون ــــ ڪٽنب جا هئڻ سبب اسان
۾ اهو ڳڻ سڀاوڪ ٿئي ٿو. اهو ڪو پيدا ڪرڻو
ڪونه ٿو ٻوي. پيدا ڪرڻ مناسب آهي يا نه،
اهو ٻيو سوال آهي. ٻسون ذات جا سڀئي ڳڻ
لما ڳڻ لائق آهن، انهن نه ڪمن آهي.

اڄ ڪلهه وسونٿي گهر ۾ ڪيترا ماڻهو ڪائين ٿا؟
ٻاوڪ روٽي هاڻي بہ پچندي آهي؟ پچندي آهي
نه ڪم ٻچائيندو آهي؟ سٽي تهندي هجي نه ڪو
هيڏالهن اچي نه اُن همت هڪ بہ ڏسڻ لاءِ موڪلج.
ديکمص جيءَ جي "جهولي شاستر" جو

گجراتي ۾ جمع ٿيو آهي، اهو موٽوت آهي. ”بال“
جو هتي نه ملي ويندو. اهو ڪولڪ تو گهرايان.
اُهي سنڪليٽر جا موڪليل ڪتاب آشرم جا ٿي
آهن، اهي ڪسڏ ڪر؛ اُهن مان ”بوسٽن“ ۽
”براسڪس“ موڪلي ڏي. رهيل ڪتابن جي
فهرست موڪليج.

اُهڙي موڪلي پسند اچن ٿا. اُنهن جو ارٿ لکڻ
جيتري مون ۾ لائقي آهي، اٿمن مان ڪنهن ٿو
سمجهان.

منهنجي ڇوڪري جو سياءُ لوڪي سمجهڻ گهرجي.
ساراه چوائڻ لاءِ عيب پٽڻ ٿي، اِن ۾ اِتنو سچ
آهي ٿي ته جو ماڻهو پريمي ماڻهوءَ کان عيب پڇي
تو اُنجو لنهجو ساراه پڌڻ ٿي لڳندو؛ ڇاڪاڻ ته
پريم عيبن ٿي پردو وجهندو آهي يا عيبن کي گڻن
جي صورت ۾ پسندو آهي. ڪهن پرسنگ ۾ دوش
ڏيکاري، اهو پريم جو سياءُ آهي؛ اهو ته پورنتا
پسڻ لاءِ ٿي. ٥ ٥ ٥ وٽ مون لوڪي هسٽيريڪل
چيو هو. اُهو ته تنهنجي ساراه هئي اهو ٥ ٥ ٥ لوڪي
پڌايو ڇا؟ ڇاڪاڻ ته جڏهن مان لوڪي
هسٽيريڪل ته سمجهان ها ته تون وڌيڪ ڏوهي
ٿين ها. اهڙو پرسنگ اهو هو. تون هسٽيريڪل

آهين ٿي. تون ٻاگل والکر ٿي وڃين ٿي، انهي کهڙي معنيٰ آهي؟ جنهن ماڻهوءَ کي هڏهن جو اُبرکو (جوش) اچي ٿو، اهو هسٽيريڪل آهي، اهو سمجهين ٿي نه؟

جپان کي روس جي مخالفت ۾ لوس سوپ ملڻ کپندي هئي، اُهو جپان جي لمٽي پيروي ڪرڻ لائق آهي، انهن نه آهي. مگر اڄ اسين ٻنهن جي ٿي لمٽي سنڀاليون ته ڪافي ٿيندو. جپان جي لمٽي سنڀالڻ وارو، ڪروڙين اکين وارو، سدائين سڀاڳ سڀ ٻرش وٺو آهي.

٣-٣-١٩٣٢ع

يروڊا مندر باپوءَ جي آشيرواد

---

( ٢٨ )

## زالون: شيوا ۽ سنگهه: مذهب مڻائڻ: هندو ڌرم جي بنيادي فيلسوفي

چرنجيو،

تون هڪ ٿور سان ٻه ٽي قاعدا ڪڍڻ جي لالچ رکين ٿي؟ هڪ اوڏي سان گهڻن ٻين ڪمرانڻ جي

لالچ ڇو نه ٿي رکن؟ ھڪمن ماڻھو جو لوڀ لهاڳه
ڪرڻ لائق ھئڻ گھرجي.

پيئرن بنسبت تڪليف ٿيڻ جو ڪارڻ ڪواهي.
پيئرن جي لوڪان شهوا ونڻ جي خواهش هجي ۽
لوڪي آتم وشواس اپيو ٿيندو هجي ته لوڪي اها ڏيڻ
گھرجي. ٻيءَ صورت ۾ ڪجھه ٿيو ٿي ڪونه آهي،
اٿين سمجھي وساري ڇڏڻ کپي. آتم وشواس سکيا
ڏيڻ بنسبت لسر، لنهنجي لمرتا بنسبت خيال غلط
نه ٿيڻ ڏيڻ بنسبت هئڻ گھرجي. مشڪل پرسنگ
اينڌي ٿي انجي مقابلي ڪرڻ لاءِ ڪمترا پيرا اسون
آپمان، غلط خيال وغيره جي ڊپ کان ذميواري
کڻڻ ۾ هٻڪون ٿا. انهيءَ حجاب کان لون ٻار ٿي
سکھن نه ذميواري کڻ. پيئر سيبئي سنيون آهن،
اٿين لون مچين ٿي. سندن ويچار ڪو لکي سگھي
۽ آفيس سنڀالي، اهڙي مدد گار جي ڪين ضرورت
آهي. اڻ پڙهيل استرين ۾ تعليم يافته ڇوڪرين
کان سمجھه ۽ وهنوار جو فهم زياده ٿي سگھي ٿو.
مگر ڪانئن انهيءَ سمجھه جو استعمال پنهنجي
بي علميءَ سبب ٿي نه سگھندو هوندو. اها اوڻائي
ڇوڪرين وسيلي پوري ڪرڻ لائق آهي. اها
خامي لون پوري ڪر، اها منهنجي اڇا آهي....

ڪنهن نہ ڪنهن ٻهاني سان ٥٥٥ ٻاني سيني پيدرن
کي ڪنو ڪندي هئي. هنڪي اهڙو شوق هو ۽
هن ٻچ وڏو هو... انهيءَ ٻچ مان ورڻ ڏسڻ جي
آس مون رکي آهي. ڀلڪني ڪم نہ زالون ڪنديون
ني آهن، مگر اهو شخصي حيثيت ۾. منهنجي چاهنا
آهي تہ ڪنهن سماجڪ شيوا لاءِ پيدر سنگهہ روپ
۾ جوابدار ٿين. ائين ڪرڻ سان سنگهہ-شڪتي پيدا
ٿيندي. اها طاقت اچي ويندي تہ هڪ شخص ويندو
تہ ٻيو ايندو. مگر سنگهہ قائم رهندو. اها شڪتي
ايشور فقط انسان کي ڏني آهي. زالن هن ملڪ
۾ اها شڪتي پيدا نہ ڪئي آهي؛ انهيءَ ۾ ڏوهہ
مردن جو آهي. اها طاقت زالن ۾ اچڻ ٿي گهرجي.
جيڪڏهن اسان ائين سمجهون ٿا تہ انهيءَ پيدا
ڪرڻ جي اسان کي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. پوءِ
انجي شروعات هاڻي منهنجي خط ملڻ سان ۽ انجي
جواب ڏيڻ لاءِ ڇو نہ ٿي وڃي؟ آهستي آهستي
(ڪٿي تمام ٻلهيءَ رفتار سان ڇو نہ هجي) اُن ۾
واڌارو ٿي سگهندو. منهنجو پورڻ لوڪي نيڪ سمجهہ
۾ اچي ويو هجي، لوڪي آڻيو هجي ۽ پيدرن کي بہ
نيڪ معلوم ٿيندو هجي، اُهو سانت ڏيڻ لاءِ تيار
هجن تہ هيءَ ڳالهہ هٿ ۾ ڪڻڻ گهرجي. مگر اُن ۾

مشڪلاتون معلوم ٿين يا ڪا ڪشش نظر نہ اچي تہ اها ڳالهہ ڇڏي ڏيڻ کپي.

هڪ مذهب مان ٻئي مذهب ۾ ماڻهن ڪي وڃڻ جو رواج مونکي ڏرو بہ چڱو معلوم نٿو ٿئي. ٻن مختلف مذهبن جي زال مرد ۾ شادي ٿيڻ ناممڪن يا اجوڳہ آهي، انهن مان ڪين تو سمجهان.

هندو ڌرم جي بنيادي نرالي فيلسوفي گڏو رکيا ۽ ورڻ آشرم آهي، انهن مان سمجهان ٿو.

ڪنهن بہ ملڪ کي لڙائيءَ جي راهہ ۾ وڃڻو هجي تہ سڀ ۽ اهنسا جو آڌار وٺڻ گهرجي. ودیا پيٺ طرفان ظاهر ٿيل گجراتي ڏکشنري (شڌ ليکن لغت) جي ٻئي ڇاپي جي مهڏجي ڪاپي اُتي هئڻ ئي گهرجي.

٨-٤-١٩٣٢ع

يرودا مندر باپوءَ جي آشيرواد

---

( ٢٩ )

## ڪلا فقط ڪلا لاءِ؟ آشرم؛ پاڻ مارڻ جي معنيٰ

چرنجيو،

سڀ پڇ تہ تون لکڻ جي حالت ۾ ڪين هئين.

خط انڪل روءَ همیشه جيڏو ني آهي، مگر اُن ۾

نزاڪت ڪانهي. جڏهن مڪانڻ جي ضرورت نه هجي، تڏهن ڪانڻ نه گهرجي، گهمڻ جي ضرورت نه هجي، تڏهن گهمڻ نه گهرجي. ليکڻ تي لکڻ جي ضرورت نه هجي ته لکڻ نه گهرجي يا "تڪل آهيان انهيءَ ڪري لکي نٿي سگهان" ايترو لکي پورو ڪجي.

ڏيهن جي آخر ۾ آنند ڀڳاءَ مان ڇوٽڪارو رهي تو، اهو ڇڪو اُهڃاڻ ڪين آهي. اها الاسڪتي نه ناهي. منهنجي صلاح آهي، منهنجو زور آهي ته تون پنهنجو جنجال، پنهنجي ڪم جي گهٽالي گهٽ ڪر. انهيءَ ڪري تنهنجو يا آشرم جو ڪجهه نقصان ڪونه ٿيندو. خوشيءَ پريل من سان ٿيل ڪم وڌڻ لڳي ٿو.

ليکم ۾ پيدا ٿيندڙ سوالن تي تو جيڪي لکيو آهي، اهو ويچار ڪري نه لکيل آهي، اها اُميد اٿم. "آرٽ فار آرٽس سيڪ" Art for art's sake (ڪلا فقط ڪلا لاءِ) ماڻهوءَ کي ڪٿي ونئي وڃي ٿو، اهو تون نٿي ڄاڻين. اڄڪي اوت ۾ اڄ مغرب جا نوجوان سڌو نرڪ ڏانهن جهڪي پيا آهن. "آرٽ" جي وصف تي شايد لکندي وقت تنهنجي خيال ۾ نه هوندي، مگر منهنجي خط ۾ بي دول

لکيو ويندو، اهو تو مونکي اڳيئي چتاءُ ڏنو آهي، انهيءَ ڪري مان توکي وڌيڪ نٿو لکان.

اهو ممڪن آهي ته تون ٻالڪي هسٽيريڪل نظر نه اچين. ٥٥٥ ٻه اُها ڏسي نه سگهي هوندي. هسٽيريڪل جي معنيٰ ٻه توهان مان ڪنهنجي ڌيان ۾ نه آئي هوندي. اُنهيءَ لفظ جي معنيٰ ڏسڻ لاءِ تو ڪڏهن لغت ٻه نه کولي هوندي. اسان جي اير. اي ڀڙهيلن وغيره کي انگريزي اچي ٿي ٿي، ائين ڪين آهي. اُنهن ٻه اهڙن خاص لفظن جي معنيٰ تمام گهٽ ماڻهن کي معلوم ٿئي ٿي. هسٽيريڪل جو تون هڪ خاصو نمونو آهين. اُهو عيب ٿي آهي، ائين نه سمجهه. مگر آخر ۾ هسٽيريا ڪيڏي ڇڏڻ جي ضرورت آهي. ۽ انهيءَ مضمون جي ذڪر ۾ توکي گهلڻ جي موضي ڪانه اٿم. تون هسٽيريڪل ناهين، ڀل ڪٿي ائين سمجهه. تون سچائيءَ لي رهڻ چاهين ٿي، انهيءَ ڪري مان بي فڪر آهيان. ”نه ڪلياڻ ڪرت ڪشچت درگتم تات گڇتي.“*

”آشرم ۾ جن ڳالهين کي اسان لڳون ٿا، اُنهن

---

* هي ڀڳوت گيتا جي شلوڪ جو ٽڪر آهي، جنهنجو مطلب آهي ته ”چڱا ڪرم ڪندڙ جي ڪڏهن ٻه درگتي نٿي ٿئي.“ (ترجمان)

ڪي ڇڏيون ته ٿا، اِها آشرم جي خاصيت آهي."
اهڙي قسم جو تنهنجو جملو هو. اُنکي مان سرٽيفڪيٽ چوندس. شايد اڄ اسين اُنهيءَ جا لائق نه هونداسين مگر نيت پچاڙيءَ ۾ لائق ٿيون، اهڙو خيال ته ضرور رکون. جيڪي اسان کان ٿي نه سگهيو، اُنجو مونکي افسوس ڪونهي. مونکي ان جو خيال آهي، انکري مان سجاڳ آهيان. جيڪي چاهيو هوم، اُهو سکڻ لاءِ وقت ڪونهي، اها ته منهنجي صاف اوڻائي آهي. منهنجي انتظام جي طاقت گهٽ، تعليم جي طاقت گهٽ ۽ وقتائتو ڪم ڪرڻ جي چاڙ به گهٽ آهي. ايتري هوندي به جيڪڏهن اتفاق سان مان آشرم کان ٻاهر نه رهيو هجان ها ته گهڻو پروگرام کيئن به ڪري پورو ڪريان ها، مونکي اهڙو اميد آهي. مگر ڳالهين جو خيال صرف انهيءَ لاءِ ڪرڻ گهرجي ته جيڪڏهن هاڻي به ڪجهه سڌاري سگهجي ته سڌاريو وڃي. مونکان جيڪي ٿي نه سگهيو، اُهو توهان سڀيئي ويچاري، طيءِ ڪري ٿاهي سگهو ته ٺاهيو. ڇا ڇا ڪرڻو هو، ڇا ڇا رهجي ويو آهي، اُن مان ڇا ممڪن آهي، اهو وقت بچائي جاچيو. جيڪي ٿي سگهي، سو ڪريو. تيندو نسي ڪيئن، ائين معلوم

ٿئي ته اجهل کي وساري ڇڏيو. اُنجي ويهي ڇنتا ڪرڻ جو ڪو سبب ڪونهي.

پاڻ مارڻ معنيٰ "مان ڪريان ٿو" اهو خيال ڇڏڻ. ان ۾ نراسائيءَ کي ڪا جڳهه ڪانهي. مهاديو ۽ مون هفتي ۾ بيٺو ڪم ڪيو، انهن ڇئي سگهجي ٿو. سردار ۾ اڃان وقت تي ڪتڻ جي عادت نه پيئي آهي. اپواس اسان ٽنهي رکيو.

١٨-٤-١٩٣٢ع

يروڊا مندر باپوءَ جي آشيرواد

---

(٣٠)

## ڌرم جو مثائڻ: شرڌا جي رفتار: گيان، ڪرم، اُپاسنا ڳنڍيل: ضرورتن تي ضابطو

چرنجيو،

مان سمجهانٿو ته ٥٥٥ کي گهلي گهمائڻ نه وٺي وڃ. منجهس اُتساهه نه هوندو، ته هوءَ گهمي نه سگهندي. ڪيس هموقت پراڻايام سيکارڻ ۽ ٿوري هلڪي (Passive) ورزش ڏيڻ ڪافي آهي. هلڪي ورزش توکي معلوم آهي.

مذهب متائڻ بنسبت منهنجو اهو چوڻ ڪين
آهي ته ڪڏهن به تبديل ٿي ئي ڪين ٿو سگهي.
مگر هڪبئي کي پنهنجي مذهب متائڻ لاءِ چوڻ نه
کپي. منهنجو مذهب سچو باقي ٻيو ڪوڙو، اهڙا
ويچار جي الهيءَ دعوت جي پنيان آهن، تنکي مان
خراب سمجهان ٿو. مگر جتي زوريءَ يا غلط سمجهڻ
سبب ڪنهن پنهنجو ڌرم ڇڏيو هجي ته اُتي اهڙي
ماڻهوءَ کي سچ جي پيروي ڪرڻ لاءِ يعني پنهنجي
اصلوڪي ڌرم ۾ اچڻ لاءِ روڪ نه ٿيڻ گهرجي.
نه فقط ايترو بلڪ اهڙن ماڻهن کي همٿائڻ مناسب
آهي. مونکي پنهنجو ڌرم ڪُوڙو پاسندو هجي ته
مونکي اُهو تياڳڻ گهرجي. ٻين ڌرمن ۾ جيڪي
چڱو نظر ايندو هجي، اُهو پنهنجي ڌرم ۾ مان وٺي
سگهان ٿو ۽ وٺڻ گهرجي. اسان کي پنهنجو ڌرم
نامڪمل (اڻپورو) معلوم ٿيندو هجي ته اُنکي مڪمل
بنائڻ اسان جو فرض آهي. اُنهيءَ اوڻائي نظر اچي ته
اُها دور ڪرڻ به فرض آهي.

ميران بائيءَ * کي مان عيسائي سمجهان ٿو—
هيئر ته اُها به پاڻکي عيسائي سمجهي ٿي. عيسائيءَ

* ميران بائي = ميران بيهڻ. (اڳين مس سليڊ)،
گانڌي جيءَ جي پوئلڳ هڪ انگريز استري.

هوندي ۽ گيتا شردا سان پڙهي ٿي، انهيءَ ۾ مون کي ورود نٿو ڀاسي. اسان جي پرارٿنا ٻين ڌرمن جا ماڻهو به پريم سان ڳائيندا آهن.

سوراج ملڻ تي مان ڇا ڪندس، اهو سچ پچ مان ڪونه ٿو ڄاڻان. اُنوقت ايشور مونکي مارگ ڏيکاريندو— جيئن اڄ هو ڏيکاري رهيو آهي. شردالو انسان اڳيئي تياري ڪري ڪونه ٿو ڇڏي. جو اڳيئي تياري ڪري ٿو، اُها شردا ناهي يا آهي ته به اُها ڍلي شردا آهي.

گيان، اُپاسنا ۽ ڪرم اهي ايشور پراپتيءَ جا ٽي الڳ رستا ناهن، اهي ٽيئي گڏجي هڪ رستو آهن. انجا ٽي حصا سهوليت لاءِ ڪيا ويا آهن. پاڻي هئڊروجن ۽ آڪسيجن مان ٺهيو آهي، مگر پاڻي معنيٰ هئڊروجن ناهي يا آڪسيجن به ڪين آهي، ليڪن گيان، پريم- پراپتيءَ جو مارگ ڪين آهي. يا ڀڪتي به ناهي. پراپتيءَ جو مارگ ٽنهي جو ميل ڪيميائي ميلاپ آهي، انين رواجي طرح چئي سگهجي ٿو. هن مشابهت ۾ جيڪڏهن خامي آهي، ته به مونکي جيڪي بڌائڻو آهي، تنهنکي سمجهڻ لاءِ ڪافي آهي.

ڀڳوان دروپديءَ جي لڄ رکي، اها پاڻيءَ جو

شراب ڪرڻ وانگر ڪرامت ڪانهي. * مصيبت وقت ايشور پنهنجي ڀڳتن جي مدد ڪريٿو، اهو وشواس ٺيڪ آهي. اهڙا مثال گڏ ڪرڻ جوڳا آهن. مگر اهڙيءَ مدد جي شرط سان ڪو ڀڳتي ڪري تہ اُها ڳالهہ ٺيڪ ناهي.

زوريءَ ماڻهن جي بدن مضبوط ڪرڻ جو طريقو مونکي ناپسند آهي. اُن لاءِ زوريءَ جي ضرورت ئي نہ هئڻ کپي. بدن ڪمزور رهي، ائين ڪير چاهيندو؟ هيءَ سکيا جي وشيہ آهي.

ضرورتون گهٽ ڪرڻ، اهو آدرش ماڻهن اڳيان رکڻ جوڳو آهي. اُنجي نتيجي جو خيال اسان کي نہ ڪرڻ گهرجي. اُنہ تاہ ڇا جو؟ تاہ ڪرڻ نہ ڪرڻ جو سوال ئي ڪونهي. جيڪي غريب بکہ سبب مري رهيا آهن، لنجون گهرجون وڌائيون ئي پونديون. مگر اها ڪا نئين ڳالهہ ڪانهي. اڄ اُهي ڪوششون هلي ئي رهيون آهن.

٢٢-٤-١٩٣٢ع

يروڊا مندر                باپوءَ جي آشيرواد

---

* حضرت عيسيٰ اهڙي ڪرامت ڏيکاري، اهو ذڪر بائيبل ۾ آهي.

( ٣١ )

# آشرم جي ڪلپنا، ٻار بنسبت اسنتوش

چرنجيو،

جيڪڏهن تو تي ڪم جو زياده بوجو هجي تہ اُن لاءِ اُئين چوڻ تہ اُهو گهٽ ڪيو ٿئي سو مونکي نيڪ ڪين ٿو لڳي. اُنهن ويچارن ۾ موهہ ۽ ڪمزوري آهي. پنهنجي ڇڙن جو ڪارڻ تون خود ئي هُئين گهرجين. ڪم جو بوجو، اُنجو ڪارڻ نہ آهي، اهو مان سمجهي سگهان ٿو. اُئين ٿي هجي تہ آهستي آهستي تون ٺهندين ويندين، ڇاڪاڻ تہ گهڻي ديرتائين تون پاڻکي نہ ڇڏيندينءَ. اُنهيءَ بنسبت مان توکي تنگ ڪرڻ نٿو چاهيان. تون پنهنجي نازڪ طبيعت کي مضبوط بناءِ.

اسان جي ڪتابن ۾ ڪيترائي اُردوءِ جا ڪتاب آهن. اُنهن مان ڪيترا ئي امام صاحب جي گهر جا هوندا. اُتي بہ جاچ ڪر. تون جيڪڏهن ناڻا پڙهي نہ سگهين تہ پرشرام پڙهي ٻڌائيندءِ. اُنهن ڪتابن ۾ سيرت النبي هجي تہ موڪل. مولانا شبليءَ لکيو آهي. ٻيو ڊاڪٽر محمد عليءَ جو لکيل نبي

(ڀڄمر) جو جيون چرلو آهي، اهو ٻه موڪل سيوت جا ٻه پاڳا آهن.

اُتي ڇوُطوف مزور آهن، اهوئي سچو جيون آهن. آشرم جي ڪلپنا ئي اهڙي آهي. ها، اهو سچ آهي ته مزور سچا هُنر گهرجن. تون ناهين؟ ٻيا ڀيڻو پائو ناهن؟ — سيبڻي پتا شڪتي آهن، ائين مان سمجهان ٿو. ”توهان ڪڏهن ايندا؟“ اهو تون پڇين ٿي. اڪين ڪان ڪم ونديءَ ته مان توکي اُليڻي ڏسڻ ۾ ايندس. منهنجي آتما ته اُليڻي واسو ڪري رهي آهي. پوءِ بدن هتي هجي يا متيءَ ۾ ملي. بدن اُتي هجي ٻر مان اُتي نه هجان، اهو بلڪل ممڪن آهي. تون اهو سچ ڏس ۽ مايا موه کي پلائي ڇڏ.

اسنتوش گهرجي ئي. مگر اُهو اسنتوش پاڻ بسبت هجي. ”هاڻي چاهي، هاڻي مان مڪمل ٿي ويس“ ائين سمجهي مان وهندس ته اُنهيءَ ڏينهن کان منهنجي زواليت ٿيڻ شروع ٿيل سمجهه. انهيءَ ڪري مونکي پاڻ بعسبت اسنتوش پاسڻ ئي گهرجي. انهيءَ اسنتوش جو مطلب مان پهنجي لازمي ڪم ۾ هميشه تبديل ڪرڻ جي خواهش ڪريان، ائين هرگز ناهي.

مگر اهو مڙيو ئي منطق سان سمجهائي نٿو سگهجي.
وقت پنهنجو ڪم ڪندو ٿو. اڄ جتي گهور اونده
معلوم ٿئي ٿي، اُتي سپاڻي سوجهرو معلوم ٿيندو.
مونکي نه اُنهيءَ حالت جو سچو بيان ڪندڙ پڇن
”پرنمل جوتي“ معلوم ٿئي ٿو. گجراتيءَ ۾ به معني
چڱي اٿس. انگريزي نه لاثاني آهي ٿي......

...... تنهنجو وزن ڪيترو آهي؟ ڪير ڏهي ڪل
ڪيترو ڪائيندي آهين؟

١-٥-١٩٣٢ع
يرودا مندر باپوءَ جي آشيرواد

---

( ٣٢ )

## آشرم شيوا لاءِ: روحاني ترقي: پرارٿنا

چرنجيو،

آتمڪ جاچ (پرتال) جي عادت وجهڻ سان
ڪوڙي هبڪ دور ٿي وڃي ٿي ۽ اسين جهڙا
آهيون، تهڙا دنيا کي ڏسڻ ۾ اچون ٿا. اهو صاف
آهي ته هيءَ ڳالهه سچار ماڻهن سان ئي لاڳو ٿئي

تي، پاڪندي ماڻهن کان پنهنجي پرتال گهڻن ڏينهن
تائين نه سگهندي — سندن لاءِ اها ناممڪن آهي.

٥٥٥ جي باري ۾ تو لکيو، اهو سڀ سچ
آهي. ڪانئس طاقت کان ٻاهر ڪم ئي نه وٺڻ گهرجي.
ڪنهن کان به نه وٺڻ گهرجي. مگر رواجي طرح انسان
پاڻ کي ٿڪي ٿو، پاڻ لاءِ خوب سخي بڻجي ٿو ۽
ٿورڙو ئي ڪم ٿيو ته گهڻو سمجهي ٿو. انهيءَ ڪري
عام طرح ڪنهن گهڻو ڪم ڪيو هجي، تڏهن به
ڪيس روڪڻ جي مونکي اڃا ڪانه ٿيندي آهي...

پرتال ڪرڻ بنسبت مون جيڪي لکيو آهي،
اُنمان ڪو بيجان نه ٿيندو. هڪ ماڻهو به آشرم ۾ رهي
بيجان بڻيو تڏهن به ڪم جي سرشتي ۾ سقم آهي،
ائين مان چوندس. ڪم جو طريقو مڪمل ناهي،
اهو مونکي معلوم آهي. آشرم ۾ رهندڙ ڪوبه بيجان
نه ٿيو آهي ۽ ڪيترائي بيجان جاندار ٿي ويا آهن.
انهيءَ مدجهان مان سمجهان ٿو ته گهٽ ۾ گهٽ ڪم
جو سرشتو ١٥ سيڪڙو ڪم جي پورائي ڪندڙ هئڻ
گهرجي. آشرم ۾ جدا جدا ڪمن جا بانيڪار
بنهنجي وشين ۾ خاص ڄاڻو نه ٿيا، انهيءَ ۾ دوش
ڪنهنجو ڪونهي. مگر هڪ ته آشرم نئون سرشتو
هٿ ۾ ڪيو آهي يا پراڻو سرشتو نئين ڍنگ سان

هلائڻ جو سڌڪلپ ڪيو آهي. انهيءَ مان ماڻهو
ازخود ڄاڻو ٿيندا ويندا. انهيءَ ڪري وقت جو،
پئسي جو ڪجهه اجوڳو زيان به ٿيو آهي ۽ انهيءَ
هوندي به ڪيترا پيرا آشرم سويمبڪ نه ٿي سگهيو.
مگر آشرم سونهن لاءِ ناهي، شيوا لاءِ آهي. شيوا
ڪندي جيڪڏهن سونهن حاصل ٿي ته ڏاڍو سٺو.
مگر جي گلا ٿي، تڏهن به شيوا ڪرڻ ئي گهرجي.
**مطلب هي آهي ته جيئن جيئن اسان
هوشيار ٿيندا وينداسين، تيئن تيئن اسان
جي ڪم جو وزن وڌندو ۽ انهيءَ هوندي
به اسان کي اُنجو بوجو گهٽ معلوم ٿيندو.**
انجو تازو مثال هيءُ آهي ته ڪاٻي هٿ سان چڪر
گهمائڻ وقت منهنجون تارون * فقط ٣٣ ئي نڪتيون.
وقت به وڌيڪ لڳو. محنت وڌيڪ معلوم ٿي.
هوشياريءَ جو انداز وڌيو ته گهٽ وقت ۾، گهٽ
محنت سان مان ٻه سؤ کان زياده تارون ڪڍڻ
لڳس. هاڻي مگن ريٽيا × ورلو اٿم. ڪلهه ٢٣ تارون
ڪڍيم ۽ وقت به وڌيڪ لڳو. اج ٿوري ئي وقت

* هڪ تار برابر چار فوٽ.

× ٻن ٽڪن وارو چرخو.

۾ ٥٦ ڏارون ڪڍيم ۽ محنت به گھٽ لڳي. جيڪي هڪ مانھوءَ ۽ سندس نعيڙي ڪم بنسبت سچ آهي، اُهو ئي سنستا ۽ اُنجي وڏي ڪم بنسبت سچ آهي. پوڳه ڪرمسؤ ڪؤشلم- ڪرم معنيٰ شيوا جو هنر- يگيه. اسان جون سموريون مشڪلاتون پنهنجي ڪچائيءَ ۾ آهن. هوشياري آئي ته اسان کي اڄ جيڪو ڪم مشڪل معلوم ٿئي ٿو، اُهو ئي پوءِ سڪدائي ٿيندو. اُپاءَ يا انتظام ۽ سانوڪ هوندو ته ڪڏهن به بار معلوم نه ٿيڻ گھرجي.

انهيءَ ڳالھ جي ساڌنا لاءِ تون آشرم ۾ آئي آهين. اُهو توکي سيکاريندو ڪين. سيڏي کي پاڻ وارو مبدل مان سکڻو آهي. تو وانگر جيڪا نه سکي سگھندي، اُها آشرم ۾ آخر تائين نه رهي سگھندي. جنهنکي وڏي ڪامنا ناهي، اُهو رهندو، اها بي ڳالھ آهي. آشرم جي حقيقت ۾ آزاد سنستا هئڻ سبب جنهنجي اِڇا هجي، اُنکي جيترو اوچو وڃڻو هجي، اوترو اوچو وڃڻ لاءِ اُنھ جڳھ آهي. اُها ڪيس پيو ڪو ڏيئي نه سگھندو. توکي جھڙو پسند هجي، اهڙو وايو مبدل توکي ئي پيدا ڪرڻ گھرجي. پنهنجي ساٿين کي تون الي ڪيئن سگھندين؟. مگر سچ چيو وڃي ته اها خود غرضي ئي چئبي.

تو لاءِ ته جيڪي اُتي هوندا، اُهي ئي لبهجا سگها سگهي آهن. تو ۾ جو ڪجهه هجي، اُهو ڪين ڏي. مجهن جيڪي هجي، اُهو تون ڪڍ. هڪ ٻئي کان سواءِ ڪنهن ڪان به توکي ونڻ لائق ڪجهه ناهي، ائين سمجهندي هوندين ته تون اڳيان جي اوڙاه ۾ پيل چئبين. منهنجي خيال موجب جنهن کان اسين ڪجهه به نٿا حاصل ڪري سگهون، اهڙو سنسار ۾ ڪوبه ڪونهي.

رامڪرشن جي باري ۾ تو جيڪي لکيو آهي، اُهو سچ ٿي سگهي ٿو. مان پاڻڪي ڪنهن به طرح سڌ نٿو مڃان. انهيءَ ڪري غلطيون ٿينديون ئي هونديون، مگر منهنجون غلطيون بي عيب هئڻ ڪري اجا تائين نقصانڪار ٿينديون نظر نه آيون آهن. انهيءَ ڪري مان بي فڪر ٿي راه ۾ هلي رهيو آهيان ۽ ساٿين کي به اوڏانهن ڪيئي رهيو آهيان.

٧-٥-١٩٣٢ع باپوءَ جي آشيرواد

---

قلم تازو:- پرارٿنا تي ڪيترائي پيرا حملا ٿيا آهن، مگر اُها سورهن سالن کان ٽڪي رهي آهي. پرارٿنا ۾ روز جيترو وقت وڃي ٿو، اُنمان ڪيترو

ٻڌائي سگهجي ٿو؟ جيڪڏهن تون ڀارتما جي ضرورت قبول ڪندين ۽ اُنلاءِ خرچ ڏيندڙ وقت جي شڪايت نہ ڪندين. هر ڳالهہ ۾ سڄو ڏسي سگهجي ٿو. مگر هر طرح ويچار ڪرڻ تي اُها نيڪ آهي، اثين معلوم ٿئي ٿو. ڀارتما ۾ تو ڪي ڪهڙيون تبديليون گهرجن؟ اهي منهنجي ڄاڻ لاءِ لک. هلڪي ڪثرت ڪمزورن لاءِ مددگار ٿئي ٿي، جنهن نہ مالش يا ارڌ شيرش آسڻ، ارڌ سروانگ آسڻ، فقط هٿ يا پير آهستي آهستي مٿي ڪرڻ. انهيءَ ۾ بيمار ماڻهو سمهيو رهي ٿو ۽ مانسڪ سهڪار ڪندو رهي ٿو.

---

( ٣٣ )

## ڪاڏي ۾ ساون پنن جي ضرورت: برهم گيان: آشرم جي تعليم

چرنجيو،

تنهنجي ڪاڏي ۽ وزن بابت مون پڇيو هئا ڪارڻ تہ مونکي تنهنجي صحت بابت شڪ پيو. گهٽي ۾ گهٽي تنهنجي تور ڪيتري هئي؟ ياڄين ۾ ٽماٽا ۽ پالڪ ٿوري تہ ڪم ڪونہ ٿا آڻيو؟ اوهان سلاد

(Lettuce) پوکڻ وارا هئا، اُنجو ڇا ٿيو؟ سلاد يا
ميٿي ڪنهن نديءَ ٻاري ۾ تون خود پوکي سگهين
ٿي. اُها تورڙن ئي ڏينهن ۾ نڪري اچي ٿي.
ڪجهه نہ ڪجهہ ساوا پن (ڪاڏيءَ ۾) هٿڻ ئي گهرجن.
ڪچن هٿڻ جي حالت ۾ مناسب انداز ۾ ئي کائڻ
کپن. ٽماٽا ٻارهن ئي مهنا ڇو نہ ٿا ٿين، انجي
مونکي خبر ڪانهي. تون جاچ جوچ.

٥٥٥ سان مان ٽرت گڏيس ۽ هاڻي بہ اُنجو سڌ
سماءُ لهندو ئي رهندو آهيان، ڇاڪاڻ تہ ڪوُچ ۾
ساڻس چڱي جاڻ پڇاڻ ٿي هئي ۽ تنهنجي ڪري
بہ مونکي سندس جيوُن ۾ ڪشش آهي، ڇاڪاڻ
تہ تنهنجي جيون ۾ مونکي ڪشش معلوم ٿئي ٿي.
هي شخصي پريم جو مثل ناهي، اهڙا جو آهي.
فلاڻي بنسبت پريم، ٻئي بنسبت حسد يا ٻئي لاءِ
محبت معلوم ٿئي نہ ٿيندي هجي تہ اُهو خاص پريم
آهي. مون ۾ اهڙو پريم ناهي، ائين مان سمجهان ٿو.
تنهن بنسبت جيڪي ڪريان ٿو، اُهو تنهنجون
ضرورتون ڌيان ۾ آڻي، توکي منهنجي ضرورت
آهي ۽ مونکي تنهنجي ضرورت آهي انهيءَ ڪري.
ڇاڪاڻ تہ مون تو ۾ گهڻي اُميد رکي آهي. انهيءَ
۾ توکي وهنواري سياڻپ ڏسڻ ۾ اچي تہ مان ان

کان انڪاري نہ ٿيندس. مان انکي اهسڪ سياڻ
مڃان ٿو.

اُڙدو ڪتابن بنسبت وسري نہ ويو هوندءِ.

سيپٽي گڏ آشرم مان (جيل) وڃڻ لاءِ تيار ٿيا
هجن تہ اُهو مونکي نيڪ ٿو لڳي. مگر هاڻي آشرم
کي اينترا سال ٿي ويا آهن جو مان اُن بنسبت ذڪر
نہ ڪريان، دکہ بہ نہ ڪريان پر اڃا بہ ڪجهہ غلطي
آهي، ائين سمجهي وقت اچڻ تي اُنکي سڌارڻ
جي ڪوشش ڪريان. جنکي آسانيءَ سان روڪي
سگهندس، تنکي روڪيندس. آشرم بلڪل خالي
ٿيندو هجي ۽ تون خوشيءَ سان روڪجي سگهين
تہ ترس ۽ جڏهن ڪم ڪندڙ موٽي اچن، تڏهن
ٻاهر نڪر. مگر سچ چوان تہ تون ۽ ۰ ۰ ۰ طيءِ
ڪريو. هتي وينٺي مونکي ڪهڙي خبر پوندي.

١٢-٥-١٩٣٢ع

---

آشرم ۾ ڏني ويندڙ تعليم جو سوال پراڻو آهي.
بورڊ نگہ سان اُنجي مشابهت نہ ٿي سگهندي، ائين
مان سمجهان ٿو. ...... مان خود هڪ نيم ناهيندس.
چوڪرن جي من ۾ هرڪا ڳالهہ، وهڻ گهرجي. هو

جيترو سختيءَ سان ڪندا اوترو اجايو ٿيندو ۽ سختيءَ
جو سلسلو قائم رهندو. موڪل نه ڏنءَ ته اها ڇوڪرن
کي نيڪ لڳڻ گهرجي.

آشرم جي پاٺشالا ۾ تو جيڪي جيڪي ڪيو،
اُنجي خاميءَ ۽ خوبيءَ جو مونکي جج ٿيڻو ڪونهي.
مان اتي هجان ها ته ضرور ويچار ڪريان ها. مگر
هتي ويٺي ويٺي مونکي ائين ڪرڻو ڪونهي.
تون آتم- پرتال ڪندڙ آهين. جيڪي سقم هوندا،
اُهي تون آخر سڌاري ئي ڇڏيندينءَ.

توکي برهم گيان سيکارڻ جي مون خواهش ڪئي
يا نه، اهو ايشور ڄاڻي. مگر مان برهم گيان ڄاڻان
ٿي، ائين چئي ته تو پنهنجي اڻ ڄاڻائي ظاهر ڪئي
آهي ۽ جيڪي دليل ڏنا اٿيئي، اُنهن مان تنهنجي
اڻ ڄاڻائي ئي ظاهر ٿي آهي. دماغ ذريعي جيڪو
برهم سمجهي ٿو، سو برهم ڄاڻي ئي ڪونه ٿو.
برهم گيان هردي ۾ ٿيندو آهي. برهم گيان جي
معنيٰ اها ڪانه آهي ته ڪوبه ڪرم نه ڪجي.
باهران ڏسڻ ۾ گياني ۽ اگياني هڪجهڙا نظر
ايندا. مگر ٻنهي جي ڪرمن جون مرادون اُتر ڏکڻ
وانگر مخالف ٿينديون. رام نام برهم گيان جو
وروڌي ڪونهي. ٻئي هڪ ٿي سگهن ٿا. جنهن

برهم گيانيءَ کي رام نام جي چوٽ چاٽ معلوم ٿئي ٿي، اُهو اگيان اوڙاهه ۾ پيل آهي ۽ غوطا کائي رهيو آهي. جيڪو فقط چپن سان رام نام بولي ٿو، اُهو پنهنجا چپ سڪائي ٿو ۽ وقت جي هاڃي ڪري ٿو. برهم گيان ۾ منهنجي بدني هستي پسند ڪرڻ، اهي مخالف ڳالهيون ٿي هئڻ ڪين، ائين ناهي، مگر جيڪڏهن منهنجي غير حاضري فرض ادائيءَ کي گهٽ ڪري ته اُهو برهم گيان نه، بلڪ موه آهي. مونکي برهم گيان ٿيو آهي، ائين چوندڙ کي ائين نه ٿيڻ جو پورو امڪان آهي. اُهو گونگو گيان آهي، خود پرڪاش آهي. سج کي پنهنجو پرڪاش وات سان ٻڌائڻو ڪين ٿو پوي. اُهو آهي، اهو اسان کي نظر اچي ٿو. اهائي ڳالهه برهم گيان بنسبت به آهي.

مان جڏهن هن سرڪار کي ميچيندو هوس، تڏهن مان سمجهندو هوس ته سرڪار سببان هن ملڪ جو آخر ڀلو ٿيڻو آهي. سندس مراد نيڪ آهي. مگر هن سوال جي گهرائيءَ ۾ وڃڻ وڌيڪ ممڪن ڪين آهي.

اميريڪا ۾ زالن مردن جي باري ۾ جيڪو ساهتيه پڙهو ٿي رهيو آهي، اُهو مونکي پسند ڪونهي. اُن بنسبت لکڻ جي مونکي خواهش نه آهي.

ڇوڪرا سوال ڪن ته ڪين سڌو جواب ڏيڻ گھرجي. سڀيئا بسبت مونکي معلوم ڪونهي. ناٽڪ ڪي جڳه آهي. ايشور- پراپتيءَ لاءِ مونکي پنهنجي اناسڪتي ئي چڱي لڳي ٿي. اُنهن سڀ ڪجھه اچي وڃي ٿو.

۱۷-۵-۱۹۳۲ع باپوءَ جي آشيرواد

---

( ۳۴ )

## آشرم ۽ ڇوڪريون: هلڪي ڪثرت جو مطلب: پرارٿنا

چرنجيو،

ايندڙ هفتي تنهنجي مونسان ملاقات ٿيڻ جو امڪان آهي. تڏهن به تنهنجي خط جو جواب ڏيڻ ئي ٺيڪ آهي. ڪلهه جيڪي ٿيو، اُنهن اهو ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته منهنجي ملاقات تي ڪو اعتبار ڪونهي.

آشرم ۾ وڏيل ڇوڪريون اهڙو ڪمزور نظر اچن ٿيون، اها گھڻهارت آهي. اُها مان پروڙي نه سگھيس. مون وٽ اُن بسبت انومان آهي- مگر جيستائين مان اُنجي ثابتي نه ڏيئي سگھان، تيستائين اُنجو ذڪر

بيڪار آهي. اسان کان جيتري تي سگهي، اوتري
ڪوچ ڪرڻ کپي. اهي ڇوڪريون ٻاهر وڃي ته بهتر
رهن، اهو ڪو نيم ڪونهي پر اها ڳالهه ڌيان ۾
رکڻ لائق آهي.

منهنجي لفظن ۾ ڪٿي به مونجهه نظر نٿي اچي.
هجي ته اُها منهنجي اڻ ڄاڻائيءَ ۽ منهنجو ٻوليءَ
تي گهٽ قبضو هئڻ ڪري هوندي. منهنجا وچن
مختصر هئڻ ڪري اُنهن ۾ اڻ چٽائي ٿئي ٿي.
مگر اُهي جاميٽريءَ وانگر آهن.

جن ڇوڪرن کي انگريزي سکڻ جي خواهش
هجي، اُنهن جيڪڏهن هندي ۽ سنسڪرت طرف
ڌيان ڏنو هجي ۽ گجراتي نيڪ سکي هجي ته کين
انگريزي ضرور سکڻ گهرجي. سيکاريندڙ جي
سهوليت تي به اهو مدار رکي ٿو، مگر اُهڙي سهوليت
اسانوٽ هئڻ گهرجي.

"پئسو (هلڪي) ڪثرت" جي منهنجي معنيٰ
شايد تنهنجي سمجهه ۾ نه آئي هجي. خود ڪرڻي
هجي، اُنکي "پئسو" نه چوڻ گهرجي. . اها بيمار
ماڻهن لاءِ آهي. مان بيمار آهيان ۽ منهنجي آندن
کي ڪثرت ڏيڻي هجي ته اُنهن کي ڪنهن کان
مالش ڪرائجي يا منهنجا پيٽ وچين حصي (ڏڙ)

جي پاسي ۾ رهن، اُهي ڪڏهن اُيا ڪجهن ۽ ڪڏهن
سڏا ڪجهن ۽ اهڙيءَ طرح لاڳيتو ڇورجن. مونکي
ڪجھ به ڪرڻو نه پيو ته اُنکي پڻسو ڪثرت ڇوڻ
گهرجي- تو ائين ڪين سمجهيو تو ڏسجي.

سانتيڪيءَ پرارٿنا ۾ به مرادون هيون. من کي
آرام ڏيڻ جي نه هئي ني، اُن کانسواءِ من کي انترمکه
ڪرڻ به مشڪل هو.

(همت ۾ ڪميل) هرهڪ ڪم ۾ تبديل ڪرڻ
وقت شڪ معلوم ٿيڻ گهرجي. اُڏيرٿا ۽ اشانتي نه
هئڻ ڪپي. انسان نرليپ رهڻ جي لائق حاصل
ٿيندي.

مون ۾ اڪاگرتا هوندي مگر جيتري مان
چاهيان تو اوتري نه پڪ ڪانه اٿم. اُن لاءِ مان
ڪوشش ڪندڙ آهيان، مگر بي صبر نه.

باپن جو پرارٿنا ۾ پريم نه لڳندو هجي نه سندن
لاءِ ڪو بيو انتظام ڪرڻ گهرجي، جيئن پريوُداس
ڪيو هو. بار شرڌا ۽ شانتيءَ سان ويهي سگهن تہ
سٺو آهي.

١٦ سالن کان اهائي پرارٿنا هلي رهي آهي؛
اها کهاڻي نه بلڪ سچي ڳالھ آهي. ايترا سال
سيپٽي ايندا هئا، اهو بڌائڻ جي مهنجي مراد

ڪانهي. آشرم سيدي مشڪلاتن ۽ نيڪائن جي
سهندي بہ انهيءَ پرارٿنا کي ڇهنيو رهيو آهي ۽ اُن
مان ئي گهڻن ماڻهن شانتيءَ جو لاڀ ورتو آهي. اُن
جو ثبوت يا اُن ۾ گهڻيون تبديليون تمام مضبوط سبب
بنا نہ ڪرڻ گهرجن. اينري ئي چوڻ جي مراد
هئم. پيغون جي (الڳ) پرارٿنا شام جو چڱي نہ
لڳندي. شام جو وقت پڙهڻ وغيره ۾ لڳائي سگهبو.

پنهنجي بنسبت تو جيڪي لکيو، اهو نيڪ
آهي. تنهنجي عقل ۽ دل کي جيڪي سچ معلوم
ٿئي، اهو ئي لوکي ڪرڻ گهرجي. مان بي صبر
ڪين آهيان. مونکي جيڪي مناسب لڳندو آهي،
اُهو مان ٻڌائي آجو ٿيندو آهيان. زوريءَ اُها ڳالهہ
مان توکي ڪين مڃائيندس. مان مٿر جي صورت
۾ ئي ڪارائتو ٿي سگهان ٿو. اُئم بہ منهنجو گهڻي ۾
گهڻو اڌ ڪار منهنجي لنبي تجربي جو ئي ٿيندو.
جيڪڏهن اُنهن مان هڪ جو بہ اثر تنهنجي هردي
۾ نہ پيو تہ منهنجا لکين تجربا تو بنسبت بيڪار
آهن. آشرم بنسبت منهنجي هڪ دعوي آهي.
جيڪو اچي ٿو، اُنکي اهو ڪمپ (شڪتي) ڏئي
ٿو. پوءِ ڪيس جيڏانهن اُڏامڻو هجي، تيڏانهن اُڏامي.
پنهنجي مرضيءَ موجب اُهو رهي تہ نيڪ، نہ رهي

تہ بہ آشرم پنھنجو فرض پاليو. ائين گھٽ بنسبت ٿيو، ائين ثابت ڪري سگھجي ٿو ته زالن بنسبت زياده آهي. اهڙيون ڇوڪريون آشرم ۾ آيون آهن، جن کي اُتساهه ڪونہ هو، اُهي اڄ پاڻ کي آزاد سمجھن ٿيون ۽ آهن بہ.

شخصي پريم ڌڪارڻ جوڳو ڪونهي، پر اُهو وشو پريم جو، پريو پريم جو ورودي نہ ٿيڻ کپي. "با" لاءِ مونکي پريم آهي، مگر اُهو پريو-پريم ۾ سمايل آهي. مان وشئي هوس، تڏهن اُهو پريو پريم جو ورودي هو، انهيءَ ڪري تياڳڻ جوڳو هو.

١٩-٥-١٩٣٢ع باپوءَ جي آشيرواد

---

( ٣٥ )

## پرارٿنا: ساڪار يا نراڪار؟ سنتن جي وچنن جو گوڙهو آرٿ: ماسڪ ڌرم: ڪم: پڙهڻ

چرنجيو،

توکي مورکہ ٿي چوڻ گھرجي. سوال پڇڻ بارن کي وڏيو نقي پوءِ بہ اُنھن لکيو تہ اُهو وقت جو

زبان آهي. پريم سان ڪجھ لکيائون ته اُن ۾ ڪجھ معنيٰ آهي. ڇوڪرن کي خواهش نہ هوندي، ته بہ خط وچڻ تي کين ڪ خوشي ٿيندي. اُنهن خود غرضيءَ جو ذرو بہ ڪونہ ٿو لڳي......

پرارٿنا ۾ ساڪار مورتيءَ جو مون ڪڏهن ڪونہ ڪيو آهي، ها، نراڪار کي اعليٰ جڳھ ڏني اٿم. شايد اهڙو ڀيد ڪرڻ ٺيڪ نہ ٿيندو. ڪڏهن ڪجھ، ڪڏهن ڪجھ چڱو لڳندو، اُنهن ڀيٽ کي جڳھ نہ ملڻ گھرجي. منهنجي نظر کان نراڪار زياده چڱو آهي. شنڪر، رامانج بنسبت (تنهنجي موڪليل) چئن چارڻ مونکي ٺيڪ نہ لڳي. حالت پٽاندر انيڪ جو اثر وڌيڪ ٿئي ٿو. سچ جي پوڄاريءَ تي حالت جو اثر نہ پوڻ کپي. اُنکي ٽوڙي، اُن مان پار پوڻ ٿي اُنجو فرض آهي. حالتن پٽاندر تهيل ڪيترائي ويچار غلط ثابت ٿين ٿا، اهو اسين ڏسون ٿا. انجو مشهور مثال آتما ۽ ديه جو آهي. آتما جو اڄ ديه سان ويجهو سنبند آهي، انهيءَ ڪري ديه کان الڳ آتما ترت نظر نٿي اچي. انهيءَ حالت جو تفاوت سمجهي جڏهن ”نيتي“ (هي نہ) اهو پهريون وچن اُچاريو، اُنجي شڪتيءَ جي برابري اڄتاءِ ڪوئي نہ ڪري سگهيو. اهڙا انيڪ

مثال طور کي آسانيءَ سان نظر ايندا. تڪارام وغيره سنتن جي وچنن جي لفظي معنيٰ ڪيڏ ذرو به مناسب ڪين آهي. تورا ڏيکهن ٿيا ته مون سندس هڪ وچن پڙهيو آهي. اهو تو لاءِ هتي ڏيئي رکيو آهيان:- *

केलामातीचापशुपाति, परि गातीसी कायमहत्ती?
शिवपूजा शिवासि पावे, माती माती मांजी सामावे।
केला पाषाणाचा विष्णु, परि पाषाण नव्हे विष्णु।
विष्णु पूजा विष्णुसि अर्पे, पाषाण राहे पाषाण रूपें।

هن مان هي ثبت ڪيان ٿو ته اهڙن ساڌن سنتن جي ٻوليءَ پنيان جا ڪلپنا ٿئي ٿي، اها ساڳي ڏسڻ گهرجي. اهي ساڪار ايشور جو چتر چٽن ٿا مگر پڇن نراڪار جو ڪن ٿا. اسين معمولي ماڻهو اهو نٿا ڪري سگهون، انهيءَ ڪري سندن

---

* مول شلوڪ مرهٽي ٻوليءَ ۾ آهي. جنهن جو ارٿ آهي:- "مٽيءَ جو پشوپتي (شو) ٺاهيو ويو ته ان سبب مٽيءَ جي ڪهڙي وڏائي؟ شو جي پوڄا شو کي حاصل ٿئي ٿي ۽ مٽي مٽيءَ ۾ ملي وڃي ٿي. پٿر جو وشنو ٺاهيو ويو مگر وشنو پٿر ڪين آهي. وشنوءَ جي پوڄا وشنوءَ کي پراپت ٿئي ٿي ۽ پٿر، پٿر جي صورت ۾ رهجي وڃي ٿو.

راز نہ سمجهي، پيروي ڪندا سين تہ پڪ موت جي منهن ۾ ويندا سين.

اُڙدو پڙهي سگهندءِ جيڪڏهن ڪو امام صاحب جي گهر ويو تہ ڪتاب سگهو ئي هٿ اچي ويندو. اُتي ميران پيڻ جي اُڙدو — انگريزي ڊڪشنري آهي ۽ انگريزي اُڙدوءَ جي بہ. اُهي ٻئي گڏ موڪل.

... امام صاحب جو گهر ڇا ڪڏهن صاف ڪيو ويٺي تو؟ جتي ماڻهو نہ رهندا هجن، اهڙا گهر هفتي-ٻئي صاف ٿيڻ گهرجن.

جيستائين عادت نہ پيئي آهي، تيستائين ٿي وقت جو حساب لکڻ مشڪل معلوم ٿيندو. پوءِ اُن لاءِ تورو بہ وقت نہ وڃڻ گهرجي. سڀڪجهہ سمجهہ سان ٿئي، تڏهن ئي اُهو سوپائمان ۽ سڦلو ٿئي ٿو.

ڏکڻ آفريڪا جي ٻارن جو مثال ڏيان ٿو. اُهو هتان جي ٻارن جي نندا ڪرڻ لاءِ نہ، بلڪ اُتساهہ ڏيارڻ لاءِ. هتان جا ٻار بہ ڪم ڪرڻ لائق آهن. يعني اُنهن کان ڪو ڪم ڪرائڻ وارو هجي. تون نہ آهين نہ؟

ڪم لاءِ توکي گرم پاڻيءَ ۾ وهڻ گهرجي. ائين ڪرڻ سان درد دور ٿئي ٿو ۽ ماسڪ ڌرم (حيض) تي بہ اُنجو سٺو اثر پوي ٿو. ڊاڪٽر ڇا ٿو چوي،

سو لک. اهڙيءَ بيمارين جو بنياد ڪسان علاج ٿيڻ گهرجي.

تنهنجو پروگرام مون چڱيءَ طرح ڏٺو. اهو وڏو آهي. اُن کٽ سست آسانيءَ سان ٿي سگهي ٿي. ١٢-٣٠ بجي کان ٥-٤٠ بجي تائين هڪڙي ڪلاس آهي. يعني ٥ ڪلاڪ ڏهه مدت ٿيا. انهيءَ مان هڪ ڪلاڪ گهٽ ڪرڻ سان ضروري فرصت ڪڍي سگهجي ٿي. انهيءَ وقت ايڪانت ۾ سمهڻ جي مرضي هجي ته سمهجي يا رڳو آرام ڪيو وڃي. اهو ڪري جنهن مان آرام حاصل ٿئي. مگر گپ شپ ۾ يا بين ڪمن لاءِ اهو وقت نه ڏيڻ گهرجي. انهيءَ ڪلاڪ جو اُنوقت استعمال ڪرڻو نه هجي ته ٻيا ڪم اڳم ڪرڻ لائق هجن ته اُهي اڳم ڪري، رات جو وقت وٺڻ گهرجي.

جيڪو پنهنجي ڪم ۾ محو ٿي وڃي ٿو، اُنکي بوجو يا نقصان ڪجهه به معلوم نٿو ٿئي. جنهن کي ڪم سان پريم ناهي، اُنکي ٿورڙو به گهڻو معلوم ٿئي ٿو. جيئن قيدين کي هڪ ڏينهن سال وانگر معلوم ٿئي ٿو ۽ عيش پرستن کي ورهي هڪ سال، هڪ ڏينهن سمان.

يورپ جو سنگيت پهريائين پڌ ندو هوس ته خفي

تي پوندو هوس. هاڻي اُن ۾ ڪجهه سمجهڻ لڳو آهيان ۽ خاصو مزو به ٿو اچيم. ”هتي (آشرم ۾) پڙهڻ جو لوڀ رکي نه سگهبو.“ تنهنجو اهو چوڻ نيڪ ڪين آهي. اُهو معمولي آهي، اهو به سچ آهي، تڏهن به آشرم ۾ رهندڙن مان گهڻن پڙهيو آهي. تنهنجا نراسائيءَ جا لفظ مونکي پسند ڪين ٿا اچن. جتي اٽپورائي معلوم ٿئي يعني سڀ جمع خرچ ڪرڻ تي باقي ڪيڻ تي اوڻايون وڌنديون نظر ايندڀون هجن ته اُنجو تياڳ ڪرڻ نيڪ آهي.

تون وڏا خط لکين ٿي، انهيءَ ڪري ڪميا گهرڻ جي ضرورت ڪانهي. مونکي اُهي ڪڪ ڪونه ٿا ڪن چاڪاڻ ته اُهي خط تنهنجي اُنوقت جي دل جو پاڇو آهن. اُنهن مان آءٌ سکان ٿو.

١٧-٦-١٩٣٢ع باپوءَ جي آشيرواد

---

( ٣٦ )

## اختياريءَ جو نشو: خراب حالتن ۾ پلائي پسڻ

چرنجيو،

تنهنجو خط مونکي اصل وڏو نه لڳو، چاڪاڻ ته مونکي جيڪي گهربو هو، اُهو تو لکيو آهي.

سنگهه ٻَڙه مان ٽــي دفعا ويو آهيان. هڪ پيرو ته لوڪمانيه (تلڪ) هــو تڏهن ويو هوس. اُنــوقت اسان خوب گــڏيا سين، سنڌس گهر ڏٺوسين...... هري نارائڻ آپٽي سان مــان گڏيو هوس. سندس ناول پڙهڻ جــي گهڻي مرضي آهــي مگر هنوقت نٿو ڪجهه همت ۾ ڪٽڻ جي همت نـي ڪاڻ تي ٿئي. اُڙدو اَرٿ [اقتصادي] شــاستر، آڪاس-درشن، چرخو، لکيَڙه اهي ئي ڳالهيون مس پوريون ٿين ٿيون. وچ وچ ۾ ڪجهه نه ڪجهه ڇونڪو پڙهڻ ته ٿئي ٿو.

سپرنٽينڊنٽ بنسبت تو جيڪي لکيو آهي، اُهو ٺيڪ آهي. مان سيڪجهه ڏسي ۽ سمجهي سگهيو هوس. مگر اهو سڀ برداشت ڪرڻ گهرجي. انسان، انهيءَ نظر کــان هو خراب ڪونهي، مگر اختياري تمام خراب شيءِ آهي ۽ اُهو اڌڪار به ڪهڙي حد؟ تڏهن اسان کي اهو خيال ڪرڻ گهرجي تــه خراب حالت ۾ به توري گهڻي انسانيت رکي وڃي ٿي، اهو ڪيترو نه چڱو آهي. ڪهڙي خبر ته جيڪڏهن مان سندس جڳهه تي هجان ها ته ڪيترو هيٺ ڪريل هجان ها. تو وانگر گهڻائي انيو ايندا رهندا. سهڻ جــي طاقت، ضابطو، وويڪ ۽ اُدارتا انهيءَ مــان

سگهجي. سيڪجهه پنهنجي مرضيءَ پٽاندر هجي ته پسوءِ هوند سڀيئي ماڻهو پاڻکي سنئي چوائڻ لائق پيرَوي ڪن.

زالن مردن بنسبت لکڻ جي مرضي هئي مگر تون سوال موڪلين ته چگو.

انگريزيءَ جو ابياس بعد نه ڪر. تون وديارٿين کي ضروري سکڻ ڪان اگهه اها نه سيکارج بس...

تنهنجو بدن رڪ وانگر مضبوط هئڻ کپي. مڇين کائڻ جي بعدش نه مڇيندي هجين ۽ اُن سبب بدن سنو رهندو، ائين سمجهندي هجين ته پاهر وڃي کائي سگهين ٿي. امام صاحب ائين ئي ڪندو هو. هن بابت خاص ذڪر ڪرڻو هجيئي ته پلي ڪر.

٢٠-٦-١٩٣٢ع

يرودا مندر باپوءَ جي آشيرواد

---

( ٣٧ )

## آشرم ۽ مانس آهار: زال مرد جو ناتو، نرموهيءَ جي ڪم جي طاقت

چر نجيو،

اُڙدو ڪتابن ۾ ندوي نالي به پاڳا آهن. ڪي پاڳا شبليءَ بجاءِ ندويءَ لکيا آهن. ڪتابن ۾ شايد

مولانا سليمان ندوي لکيل هوندو.

مڇيءَ بنسبت مون تو لاءِ ڪا نياري ڳالهه ڪانه ڪئي آهي. ڪاڏ لور آئل معع ڪيل هوندي ته مون اهو آشرم ۾ واپرائڻ ڏنو. ماڻس مڇيءَ تي ماڻس مڇيءَ جي صورت ۾ آشرم جي ڪري بندن وڌو ويو آهي. مگر شخص جي صورت ۾ بندن نه رکيو ويو آهي ۽ نه رکي سگهبو. مون ڪڏهن به نه رکيو آهي.

امام صاحب باهر وڃي ڪائي سگهندو هو. سمجهه ڪٺي نه لنهنجي جڳهه تي ناراضداس ٿي هجي، هن ته ساري ڄمار ماڻس نه کاڌو آهي. مگر (سمجهه ڪٺي) ڪيس خوفناڪ بيماري ٿي ۽ انکي ماڻس کائي زنده رهڻ جي خواهش هجي ته مان ڪيس کائڻ کان اصل ڪين روڪيندس. منهنجا ويچار ڪيس معلوم آهن، ڏرم به معلوم اٿس، تڏهن به موت جو وقت، اهڙا الڳ ڳالهه آهي. ان وقت ڪنهنکي خواهش ٿئي ته ان ۾ انڪ نه وجهڻ، منهنجو ڌرم آهي. انجي اپنڙ ڪو ٻالڪ هجي ۽ ان بنسبت مونکي ظيءَ ڪرڻو هجي ته مان ڪيس موٽ ڏيندس، مگر مارڻ (ماڻس ڪائڻ) نه ڏيندس. توکي خبر آهي ته اهڙو پرسنگ "با" لاءِ آيو هو؟

گهڻو ڪري اهو پرسنگ آئيءَ ڪتا ۾ آيو آهي. توکي سڌ نہ هجي ۽ اُلي ڪو نہ ڄاڻندو هجي تہ ليکڪ نہ لکي موڪليندو سانءِ. اُهو اسان ٻنهي لاءِ ڀڀا ۽ مون لاءِ پوتو پرسنگ هو. هاڻي سمجهہ ۾ آيو؟ مون کي توکي مڇي کائڻ جو زور ڪرڻو ڪونہ آهي. اُن بدا موت آيو تہ تون مرڻ لاءِ تيار آهين تہ مان توکي مرڻ ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. مڇي کائي زنده ڪٽي رهين ءَ ٻہ تہ اُهو نيت مرڻ لاءِ ئي ٿيندو نہ؟ مگر اهو جيڪو مڇي تو ۽ پالن ڪري تو، اُنهيءَ جو ڌرم آهي. اهو ڌرم ڪير بنسبت مان پاڻتي ئي ڪتي لاڳو ڪريان تو؟ تڏهن بہ سيڌي ساهوارن جي ڪير جو ٿيا ڳہ ڪرڻ اهو ڌرم ڏئي وانگر نظر اچي رهيو آهي. مگر اهڙا ڌرم بين ڪان پالن ڪرائڻا نہ آهن، خود پالن ڪرڻا پوندا آهن.

* * * *

زالن مردن بنسبت تو نيڪ پڇيو آهي. جڏهن جڏهن وشيہ ۾ ٻارن کي چاهہ هجي، اُهي وشيون اسان ڄاڻندڙ هجون تہ ڇوڪرن کي بڌائڻ گهرجن، نہ معلوم هجن تہ پڻهنجي بي علمي قبولڻ گهرجي. بڌائڻ لائق نہ هجن تہ روڪجي ۽ ٻين ڪان بہ نہ پڇو، ائين چئجي. مگر ڪڏهن بہ اُهي ٽتائي نہ ڇڏڻ

کين. اسان جيڪي سمجهون ٿا، تنهنکان وڌيڪ
اهي ڳالهيون بارن کي معلوم هونديون آهن ۽ جي
معلوم نه هونديون، اُنهن ڳالهين بسبب اسان ڄاڻ
نه ڏني ته هو اجوڳي رستي حاصل ڪري سگهندا.
ائين هجي ته به جيڪي ڏيڻ لائق نه هجي، اُهو
اِهو ڏوکو سمجهي به نه ڏيڻ گهرجي. وحشاڻي ڪمن
جي ڄاڻ سندن طلب ڪرڻ تي به نه ڏني وڃي.
پوءِ هو اسان جي روڪ جي پرواه نه ڪري، اُبتي
سبتي رستي چاهي پلي ڪٺي حاصل ڪن.

پکين ۾ تيڻ واري ڪريا بابت ڏني ۽ اُن بسبب
کين ڄاڻڻ جي چاهنا ٿي ته مان سندن اِڇا اوس
پوري ڪندس ۽ اُن وچ ۾ برهمچريه جو سبق
سيکاريندس — پسن پکين ۽ سندن وچ ۾ تفاوت
ٻڌائيندس. جي زالون مرد حيواني حالت هلن ٿا،
اُهي انساني چولو حاصل ڪرڻ تي به اُن ۾ پسن
پکين وانگر حالت ڪن ٿا. انهيءَ ۾ نندا ناهي،
سچيءَ حالت جو بيان آهي. حيوانيت مان نڪرڻ
لاءِ ماڻهوءَ کي انساني صورت ۽ سمجهه پراپت
ٿئي ٿي.

ماسڪ ڌرم جي پوري ڄاڻ اُنهيءَ اوستا کي
پهتل ڇوڪرين کي ڏيڻ گهرجي. ننڍيون ڇوڪريون

اُهو سمجهن ۾ پڇن تہ هو جيڪي سمجهي سگهن، اوترو ئي ڪين سمجهائڻ گهرجي.

ڇوڪرا خواه ڇوڪريون، اسان ڪيتري بہ ڪوشش ڪريون، ڪڏهن بہ پڇاڙيءَ تاءِ اٽڪاڻ نہ رهي سگهندا. اهو ڄاڻي اُنهن سيڌي ڪي مناسب وقت تي اها ڄاڻ ڏيڻ ئي بهتر آهي. اهو گيان پراپت ڪرڻ سبب برهمچريہ پالن ٿي نٿو سگهي، اهڙي جڏهي حالت هوندي، اُنهن جو ڪمزور برهمچريہ اسان جي ڪم جو ناهي. اها ڄاڻ حاصل ڪندي ئي برهمچريہ وڌيڪ مضبوط ٿيڻ کپي. خود مون لاءِ تہ اٿين ئي ٿيو آهي.

گيان ڏيڻ وٺڻ جا انيڪ نمونا آهن. هڪڙو پنهنجي وڪارن جي واڌاري ڪرڻ لاءِ گيان (ڄاڻ) پراپت ڪري ٿو، ٻئي ڪي سهج سڀاءَ حاصل ٿئي ٿو، ٽيون وڪارن روڪڻ لاءِ، ٻين جي مدد ڪرڻ لاءِ اُهو گيان پراپت ڪري ٿو.

انهيءَ گيان ڏيڻ جي لائق هجي، تڏهن ۾ (جنهن ۾ وٺڻ جي لائق هجي) اُنکي ڏيڻ گهرجي. توکي اهڙو ٿيڻ کپي. اسان ۾ اهو آتم وشواس هئڻ گهرجي تہ ڄاڻ ڏيڻ سان ڇوڪرين ۾ وڪار اصل پيدا نہ ٿيندا. وڪارن روڪڻ لاءِ تون اُهو گيان ڏيئي رهي

آهين، انهيءَ طــرف تنهنجو خيال هـٽـڻ کپي. جيڪڏهن تو ۾ وڪارن پيدا ٿيڻ جو امڪان هجي تـه اُهو گيان ڏيڻ وقت تو ۾ وڪار پيدا نـه ٿين، انهيءَ طرف توکي ڌيان ڏيڻ گهرجي.

زال- مرد جي دنيوي زندگيءَ جي لاءِ ۾ پتي- پتنيءَ جي ناتي پوڳ آهي. هندو ڌرم اُن ۾ لياڳ پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي يا سيني ڌرمن اُهڙي ڪوشش ڪئي آهي، ائين چئي سگهجي ٿو.

جيڪڏهن گهوٽ برهما، وشنو، مهيشور آهي تـه زال بـه اُنهيءَ وانگر آهـي. زال داسي ڪانهي، برابر حق واري دوست آهـي، ساٿڻ آهـي. ٻئي هڪٻئي جا گرو آهن.

ڇوڪرين جـو حصو ڇوڪرن سمان ئـــي هئڻ گهرجي. ڪوبه جا دولت پيدا ڪري، اُن ۾ گهوٽ ڪنوار ٻئي هڪجهڙا حقدار آهن. پتي اُها پنهنجي پتنيءَ جي مدد سان ئي پيدا ڪري ٿو. ڇاهي ڪٿي زال فقط روٽي تيار ڪندي هجي. هوءَ ٻانهي نـه، بلڪ حصيدار آهي.

زال بنسبت مرد جيڪڏهن بي انصافي ڪندو هجي تـه اُنکان الڳ ٿيڻ جو کيس حق آهي.

ٻارن تي ٻنهي جو هڪجهڙو حق آهي. هو وڏا ٿيا ته پوءِ ڪنهنجو به نه آهي. پٽني نالائق هوندي ته سندس حق نه رهندو، اهائي ڳالهه پٽيءَ سان به لاڳو آهي.

مطلب ته زالن مردن ۾ پرڪرتيءَ جيڪي تفاوت رکيا آهن ۽ جي کليل اکين سان نظر اچن ٿا، انهن کانسواءِ ٻيا ڪنهن قسم جا تفاوت مونکي قبول ڪونهن.

o o o ۾ اناسڪتيءَ سان ڪم ڪرڻ جي ڏاڍي شڪتي آهي. نرموهي انسان موهيءَ جي ڀيٽ ۾ زياده ڪم ڪري ٿو ۽ نظر به واندو پيو اچي. هو سيڌي ڪانپوءِ ٿڪجي ٿو. سچ پڇيو وڃي ته ڪيس پورهيو معلوم ٿي نه ٿيڻ گهرجي. مگر اهو ٿيو آدرش. تون ته اتي آهين نه، توکي اتي اشانتي نظر آئي، پاٽڪي ٽنگي رهي آهين، ائين نظر آيو ته تنهنجو ڌرم مون کان الڳ ٿي ٿيو. توکي o o o کي خبردار ڪرڻ گهرجي. مان به اُتي رهندس ۽ سنڌ پڌ هو جيڪي چوي ٿو، اُنکان ڪجهه نرالو ڏسندس ته اُنکي خبردار ڪندس. تنهنجي خبردار ڪندي رهڻ تي به هو تنهنجي مخالفت ڪري ته اُنجي ليسنائين ٻڌج جيسنائين تون ڪيس سنواديءَ سمجهين ٿي.

ڪيترا پيرا اسان جون اکيون به اسان کي ٺڳين ٿيون. توکي خفي آهي اُنهن مون کي نظر آيو ۽ تو اُهو نامنظور ڪيو ته مون کي اهو ميڙ ڻ ٿي گهرجي. مون کان تون لڪائين ٿي، اهڙو منهنجو ويچار ٿيو يا مون کي شڪ ٿيو ته پوءِ نرالي ڳالهه آهي. پوءِ مون کي توکان پڇڻ جو ڪو سبب ڪونهي. اُنکي پروڙي، اُپاءُ ڳولڻ منهنجو ڪم آهي. مگر آشرم جو جيون اُنهن هلي نه سگهندو. اُنهي ته پاڙ ۾ سچ آهي. اُتي شيءِ مواد سان به ٺڳڻ نيڪ ناهي.

* ۴ جولاءِ جو خيال ضرور رکج. ڪهڙي سال جي ۴ جولاءِ، اهو ضرور خيال ۾ آڻڻ لائق آهي. سال ڇاهي ڪهڙو به هجي، مهني ۽ تاريخ جي پڪ ٿي ويئي، اهو ڇا گهٽ آهي، ڇاڪاڻ ته گهٽ ۾ گهٽ ٻئي ڪنهن مهني جي يا ڪنهن تاريخ جي انتظاري ڪرڻي نه پوندي. ۴ جولاءِ گذري ويئي ته ۱۹۳۳ جي جولاءِ تاءِ سانت ۾ رهج!

۲۳-۶-۱۹۳۲ع باپوءَ جي آشيرواد

---

* ڪنهن اڳڪتي ڪئي هئي ته مهاتماجي ۴ جولاءِ تي ڇٽندو.

( ٣٨ )

# پورنتا آڻڻ جي ڪوشش. ٻڪرين جي ٻل - سڪي ڀاوَ سان پڪتي

چرنجيو،

تون ٽن سالن جي آهين، انهن مان ڇوٽڪو. تون ڇوڻين ٿي ته اهو سچ آهي. مون جڏهن ٻمبئي کان توکي ساڻ ڪيو، تڏهن تون ٽڪي سگهندين يا نه، انهيءَ ۾ مونکي شڪ هو. مگر جيترو تون سمجهين ٿي، اوترو نه ڪندو هوس، ڇاڪاڻ ته تون پنهنجي لفظن تي محڪم رهين. جو ماڻهو پنهنجي وچنن تي پختو رهي ٿو، ان بنسبت مونکي شڪ ڪرڻو نه رهي...... مگر تون رهين، ايترا ڏينهن رهندين، انجو مونکي اعتبار ڪين هو. اهڙي ان وقت جي منهنجي (من جي) حالت مونکي ياد آهي. منهنجي اهڙي اڇا اوس آهي ته جيئن تو ٽي سال گذاريا، تيئن سڄي زندگي گذارڻ جو نشچو ڪر ۽ اهو ٻي ڊڪر رهي، جيئن ڪندري، تيئن ٿيو، انهيءَ لموني اـ. تون آشرم جي ۽ آشرم تنهنجو، اهڙيءَ پنهنجائي سان ڏسجي ۽ سمجهي، مگر منهنجو ڪو زور ڪونهي. انهيءَ بنسبت مان فقط

خواهش ڏيکاري سگهان ٿو. جيستائين توکي آسانيءَ
سان اهين معلوم نه ٿيندو ته آشرم تنهنجو ئي آهي،
تيستائين تون ٻڪ ڪري نه سگهندين. مون پنهنجي
چاهنا توکي ٻڌائي آهي.

اهو ٿيو تنهنجي آشرم - جنم ڏينهن بسبب.
تنهنجو پيو جنم وار ١٣ جولاءِ تي اچي رهيو آهي
۽ هي خط توکي ٨ تاريخ ڌاري ملندو. منهنجي
آشرواد نه توکي آهي ئي. تنهنجون اعليٰ ابلاڪائون
شل ڪامياب ٿين. الهيءَ طرف تنهنجون ڪوششون
هلي رهيون آهن، انهيءَ مون کي شڪ ڪونهي.
اوڻري عمر ۽ صحت ۾ ساٿ هٿڙ ڪين. آهي نه
رهندين، مان اهين سمجهان ٿو. مگر تنهنجي (ابلاڪائن
جي سگهڻا، عمر ۽ صحت) جو آڌار آهي توتي
يا مونتي ناهي. سڀڪجهه اُن کي سؤنپيو ويو آهي.
جيئن ڪنس پسند هوندو، اهين هو ڪندو ۽ هو
جيڪي ڪندو، اهو شُڀ هوندو ئي. ١٣ تاريخ
جو پنهنجو حساب موڪلج. اُن ڏينهن ڪهڙو نشچو
ڪندينءَ، اهو مان سيني کي ياد ڏياريندو آهيان.
توکي معلوم آهي يا نه؟ جوتشن جي چوڻ تي
وساهه نه رکو. سندن چوڻ سچ هجي ته به. اهو اهين
سمجهڻ مان فائدو ڪونهي، نقصان نه صاف آهي.

اڙدو ڪتابن ۾ جيترا چرنو ملن، اهي ميڪي عربي سنڌابا جا به ڀاڱا ڪلڪتي واشدين، انگريزي اڙدو ۽ اڙدو انگريزي ڊڪشنريون جلد موڪل ...

سمورا گهر باقاعدي مقرر ڏينهن تي صاف ٿيڻ ئي گهرجن. سامان جي سنڀال ۽ صفائي ٿيڻ گهرجي. الله وقت ڀتڪڻ ڪانسواءِ ڪم نه ٿي سگهندو.

جنهنجي سنگت ۾، پوءِ اهو ڀلي شخص هجي، سماج هجي يا سنستا هجي، اٿپورائي معلوم ٿئي ته اُتي پورلتا آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ پنهنجو ڌرم آهي. گڏجي جي پهت ۾ اوکڙ وڏا ڏ هجن ته سندن ڀلاءِ ڪرڻ— قطع تعلقات— ڌرم آهي، اهو اٽل اصول آهي. اهو ئي مون لکيو هو. انهيءَ جملي سان مون ڪوڪي آشرم يا ٻيو ڪجهه ڇڏڻ لاءِ نه چيو هو. مون نه لوڪي مقرر حالت ۾ انسان ذات جو جيڪو ڌرم ليکيو ويو آهي، اهو ئي بڌايو آهــي.

بنگال ۾، ڪلڪتي ۾ روزانو هلندڙ ٻڪرين ٻڪرن جي بل ڪالي ماتا تي چاڙهي وڃي ٿي، اُنکي روڪڻ جو لائق اچي. الله ملي ايشور ڪان سوال ڪندو رهندو آهيان. انهي لوڪي ڪم نه ٿئي؟

انسان (مرد پڪيت) ٻالڪي گوڏن جي مشابهت
ڏني ٿو، اها مونکي خبر آهي. انهن فقط پڪتي
پاٿو ڪان ٿيندو هجي تہ ان ۾ مونکي ڪجهہ بہ خراب
نہ لڳي. ايشور اڳيان سڀئي اڇلائون آهن.

سوراج ۾ ماڻهو هماليہ جي چوٽيءَ خواہ اُتر
قطب جي تلاش ڪرڻ لاءِ اوس نڪرندا.

ٻولڪ شاستر جي رواجي ڄاڻ مان لاڀدائڪ
سمجهان ٿو.

منهنجي ڪاڏي جي اڃرڻ سبب ڪوبہ نقصان
نہ ٿيو آهي. اهي ٨ سال بہ هليا آهن ۽ سڀ ڏينهن
بہ هليا آهن.

مولوداٽت (هڪ وقت ۾ هڪ ئي شيءِ ڪائڻ)
۾ فائدو آهي ئي.

ٻاپوءَ جي آشيرواد — ٣٠-٦-١٩٣٢ع

---

## (٣٩)

## سينگار ۽ ڪمائڻو: پريم-مارگ

چرنجيو،

تنهنجو خط مليو. تو لفافہ سينگارڻ جي ڪوشش
ڪئي پر الٽي خراب ڪري ڇڏيئہ. اڻ ڪمائتي
سونهن لاءِ انهن ٿي سمجهڻ گهرجي. سرڪار لفافن

ٿي جيڪو سينگار ڪندو آهي، اهو سجاوٽ لاءِ
نه هوندو آهي. ڪمائتي شيءِ سان جيڪا سولائي ٿئي
ٿي، اها سولائي ٿي. لکيل لفافي جو استعمال
وري ڪرڻو هجي ته لکيل ناس ڪرڻ گهرجي.
انهيءَ ڪري لکيل جڳهه تي صاف سان ڪپيل
ڪاغذ جون پٽيون هن چنبڙايون، اهي ڪمس سڌيون
لڳيون. مگر ڪمس ان مان سنتوش نه ٿيو نه هاڻي
اُتان ايندڙ لفافن جا ڪور الٽا ڪندو آهي. انهيءَ
ڪري ڪمس لڳيون لڳيون پٽيون چنبڙائيون نه
ٿيون ٻون ۽ ڪور ڦٽن جهڙو لڳي ٿو. غور سان
ڏس ته ٻوءِ پتو پوندي. لڳيندون پٽيون ڪسڪي
ويٺيون هيون، انهيءَ ڪري تمام خراب ٿي لڳيون
انهن جو نه ڪو سوڌ ڪرڻ هو. اُهو ڪيل محسن
اچانڪ ٿي ۽ وقت ۽ اولٽو ڪاغذ خراب ٿيو. عوام
جو اولٽو نقصان ٿيو. مطلب ته سمجهڻ کان سواءِ
ڪنهن جي نه ٻڌوي نه ڪرڻ کپي. سينگار لاءِ
ڪيل سينگار، سينگار ناهي. يورپ ۾ وڏا وڏا
مندر آهن. انهن بنسبت ڇوو ڀندو آهي ته انهن
جي سڀني سينگارن پٺيان مطلب اوس رهي ٿو.
اهو سچ هجي يا نه پر مون جيڪي ٻڌايو، انهيءَ
۾ بنسبت نه شڪ ڪي ڪا جڳهه ڪانهي.

هن دفع جي تنهنجي خط ۾ سپرنٽينڊنٽ جي ٽيڪا ڪالسواءِ ٻيو تمام ٺورو ٺي ڪي آهي. موکي معلوم ٿئي ٿو ته اها ٽيڪا اجائي آهي. هاڻي هن جي لائق ٿيڻ ٻيسبت ويچار ڪرڻ جو ڪو ڪارڻ ٿي ڪين آهي. Judge not, lest Ye be judged اهو واڪ هرديءَ ۾ ڌارڻ لائق آهي. انهيءَ مطلب وارو گجراتي جملو ياد ڪونه ٿو اچي. مرهٽيءَ ۾ هجي ته موڪلج.

اڙدو ڪتابن جي فهرست ضرور گهرجي. شمليءَ جو ڪتاب موڪلي ڏي ۽ خلاصي جي جهولي ته.

...... ٿون مرڻ پسند ڪندين مگر مڃي ٿي ڪانه ڪندين، اهو موکي پسند آهي. انجو اهو به مطلب آهي ته ته ٿون ڪاڌلو آئل ۽ ته ڪم آڻيندينءَ؟ منهنجي کهڙي مرضي آهي، ان جو خيال نه ڪج. تنهنجي مانسڪ اوستا سمجهڻ لاءِ مون اهو سوال پڇيو آهي.

تنهنجي ڪاڏيءَ ۾ ڪير يا ڏهي ۽ ڪمهه وڌائڻ گهران ٿو. ساڻي پاڃيءَ بجاءِ ڪڏهن ڪڏهن پڪل ميوو هٿڻ ٿي گهرجي. (اجڪلهه ائي) پڪل ڪونه ٿو ٿئي ڇا؟ يا سنا ڪين ٿا ملن؟ ڪهڙن قسم جي پالڪ (آشرم ۾) ڪاڌي ٿئي ڇا؟ ٿون

پاڻ ٿورا ٽماٽا ڇو نه ٿي پوکين؟ ليٽيس به تمام جلد
پيدا ٿيندا آهن. ڪچو پيهيو گهٽو نه کائڻ گهرجي
۽ هميشه به نه کائڻ گهرجي. خرچ جو خيال نه ڪندي،
ايتري تبديل نه ضرور ڪر.

وڏياوليءَ جي موڪائي محبت سان ويندي.
000 جو سوال ڪجهه مشڪل آهي. مگر اُنجو
به اُپاءُ هڪڙو ئي آهي. هن ليءِ نئي طاقتون ڪم
ڪري رهيون آهن. جيڪڏهن اُهي نيئي هڪ ئي
طرف نه وهنديون ته پوءِ مشڪل آهي. نيئي
شڪتيون يعني سندس پيءُ، ماءُ ۽ ٽون يا جنهن
جي نظرداريءَ هيٺ هوءَ هجي. انهيءَ حالت مان
به آزاد ٿيڻ ۽ رستو ڪڍڻ پريم جوئي ڪم آهي.
اُهو لسو ۾ جيترو ڪشادو هوندو، اوتري تنهنجي
طاقت اهڙن ڇوڪرن کي سڌارڻ ۾ مددگار ٿيندي.

آشرم جي وڏن ڇوڪرن بنسبت پاڻ اُدارنا
آڻ. هو ڪُڙيون ٿي گهر ۾ نٿيون وهن، بلڪ هو
لاچار آهن، انهيءَ ڪري رهن ٿيون. سندن لاچاريءَ
جي پڇاڻ مونکان ۽ ٽوکان ٿي نه سگهندي. اُهـا
پڇاڻ ڇوڪريون ئي ڪن. هو ڪُڙو به ٿي سگهي
ٿو. سندس من سان اُهو ڪوڙو نه ٿئي بس. 000
تي بن ڇوڪرن جو بار آهي. هاڻي اُن کان ڪيتري

ڪم جي اُميد ڪري سگھجي ٿي؟ ٻارن جي پالنا ڪيئن ڪجي، اُنجي سڌ ٻہ ڪانهيس ۽ هوءَ اينتري ٻر ماءُ ٿي ويني آهي! انهن سڀني جو نياءُ اسان *ڏارواڙي ٽارازيءَ سان نہ ڪريون. ٽوڪي آزمودي سان لظو ايندو تہ جيئن اُدارتا وڌندي ويندي، تيئن ماڻهن کان ڪم ڪرائڻ جي شڪتي بہ وڌندي ويندي. سچ ڪوڙ رام ڄاڻي مگر ائين چوندا آهن تہ مونکي ماڻهن کان گهڻو ڪجهہ ڪم وٺڻ ايندو آهي. اهو سچ هجي تہ اُنجو ڪارڻ اِهو ٿي آهي تہ سندن لاءِ مونکي چوريءَ جو شڪ لڳي ٿي ڪونہ ٿو، جيڪو جو ڪجهہ ڏني ٿو، اُنمان مون کي سنتوش ٿئي ٿو. مگر مون وڏيڪ گهريو تہ هو وڏيڪ ڏني ٿو. گهڻا ائين بہ چوندڙ آهن تہ مونکي ماڻهو جيترو نڀين ٿا، اوترو شايد ٿي ڪنهن کي نڀيندا هجن. اها ڄاڃ سچ بيني تہ بہ مونکي ارمان نہ ٿيندو. مون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪنهنکي بہ نہ نڀيو آهي، اهتروئي سرٽيفڪيٽ مونکي مليو تہ ڪافي آهي. ٻئي ڪنهن مونکي نہ ڏنو تہ مان پاڻ کي اُهو ڏيان ٿي ٿو.

مونکي ڪوڙ سڀ کان زيادہ خراب لڳي ٿو.

---

* يعني بيرحميءَ سان نہ ڪريون.

"گهڻي ۾ گهڻن ماڻهن جو گهڻي ۾ گهڻو ڪلياڻ" *
۽ "جنهنجي لٺ، تنهنجي مينهن" اهي نيم مونکي
پسند ڪين آهن. **"سڀني جو ڪلياڻ - سڀني
جي ترقي" ۽ "هيٺا اول"، اهي انسانن
لاءِ نيم آهن.** اسان ٻه پيرا ماڻهو سڏجون ٿا. مگر
چوپيرن پسن جو سڀاءُ اجان تاءِ ڇڏي نه سگهيا
آهيون. اُنکي ڇڏڻ ۾ ئي ڌرم آهي.

٦-٧-١٩٣٢ع

يروڊا مندر      باپوءَ جي آشيرواد

---

( ۴۰ )

## ڏرموهي ۽ آپسوڻ: بيماريءَ جي پاڻ پڇاڻ ڪرڻ

چر نجمو،

خط تنهنجو پهتو. هاڻي مان ڪيترا خط لکي
سگهندس، سو چئي ڪين ٿو سگهان. خطن تي
تلوار لٽڪي رهي آهي. هتان خط نڪرندي جيڪا
دير ٿي رهي آهي، اها جيڪڏهن قائم رهي ته

* Greatest good of the greatest number

لکڻ ۾ مونکي ڪو مطلب نظر ڪونہ ٿو اچي. باهران ايندڙ خط هاڻي مونکي باقاعدي ڏنا وڃن ٿا. باهر ويندڙ خطن بنسبت اجا تائي لکپڙه هلي رهي آهي. خط نہ مليڻ تہ سمجهہ تہ معمولي ڳالهہ آهي. مگر اُنهيءَ ڪري گهبرائجڻ يا اُداس ٿيڻ جو ڪو سبب ڪونهي. لکڻ ڏيڻ يا نہ ڏيڻ سرڪار جي همٿ ۾ آهي. "قيديءَ کي حق آهي" اهين چئي خط لکڻ جي موڪل ڏيڻ جي طلب ڪرڻ مونکان نہ ٿيندي. هيترا ڏينهن لکڻ مليو، انهيءَ ڪري ڪو حق پيدا ڪونہ ٿو ٿئي. جنهن ڳالهہ لاءِ پنهنجو ڪو حق ڪونهي، اُها پنهنجي هٿان وٺي ٿي، اُنجو ڏک ڪرڻ جو سبب نہ ٿي کھڙو آهي.

تنهنجي جمروار بنسبت آشيرواد جو لکيل خط تہ هاڻي توکي مليو. ديرسان مليو تہ پوءِ ڇا؟ شايد انهيءَ ڪري هيڪاري اُنجي قيمت وڌي. نہ ملي ها تہ اُنجي اپسوس ليکڻ جو ڪو سبب ڪونہ هو. تنهنجو خط مونکي ملي يا نہ ملي مان توکي آشيرواد نہ موڪليان، ائين ٿي نہ ٿو سگهي. اتفاق سان نہ مليو يا ديرسان مليو تہ اپسوس ڇا جو ٿيو؟ سچ پڇين تہ انهيءَ لاءِ اپسوس وغيره ڪجهہ آهيئي

ڪونہ. انهيءَ ڪري منهنجو تنهن سال خراب گذرندو، ائين اصل خيال نہ ڪج. اسان ڪجهہ خراب سوچيو، ڇيو يا ڪيو، تڏهن سال خراب ٿيندو ۽ اها تہ تنهنجي وس جي ڳالهہ آهي.

ڪليون (ٽانسل) ڪپائڻ گهرجن، ڊاڪٽرن جي اهڙي صلاح هجي تہ ڀلي ڪپاءِ...... انهيءَ ۾ دير ڪانہ ٿي ٿئي. اِن ۾ ڪو ڊپ آهي، اهو بہ مون کونہ ٻڌو آهي. تنهنجو سرير بلڪل تندرست هئڻ گهرجي. مان سمجهان ٿو تہ پنهنجي سرير جي ڄاڻ پاڻکي ٿي گهٽي ۾ گهٽي ٿئي ٿي.

انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ بيمار جيڪڏهن پاڻ کي سڃاڻي نہ سگهيو تہ هو ڊاڪٽر کي پوريءَ طرح ڪجهہ ٻڌائي ڪين سگهندو. ”مٿي ۾ سور آهي“ فقط ايتري ٻڌائڻ سان ڊاڪٽر ڇا ٻڌائيندو؟ مٿي ۾ سور ڇو ٿيو آهي، اهو بيمار جي سمجهہ ۾ اچڻ کپي. اهائي ڳالهہ گهٽين ڳالهين ۾ اسان لاءِ سمجهڻ لائق آهي. اهائي ڳالهہ علاج بنسبت. فلاڻي علاج جو ڇا نتيجو ٿيو، اهو ڊاڪٽر ازخود نٿو سمجهي. ڪيس بيمار لئي ٿي آڌار رکڻو پوي ٿو. مگر سڀني بيمارن کي اهو پروڙڻ ڪين ايندو آهي تہ علاج جو نتيجو

ڇا ٿيو. ڪاڏو سوير جو روزانو علاج آهي. اُنجو نتيجو ڪانيندڙ ڪي نٿي معلوم ٿي سگهي ٿو. انهيءَ ڪري جهنڪي هوا، پاڻيءَ ۽ اَن جو نتيجو سمجهه ۾ آيو، اُهو پنهنجي سوير تي جيترو ضابطو رکي سگهي ٿو، اوترو ڊاڪٽر به رکي نٿو سگهي. انهيءَ ڪري مان سمجهان ٿو ته اسان سڀني کي سوير بنسبت معمولي ڄاڻ ضرور حاصل ڪرڻ کپي. اهڙيءَ طرح هوا، پاڻي ۽ کاڌي بنسبت به ايتري ڄاڻ حاصل ڪرڻ لائق ساهتيه پاڻوٽ آهي ني. اُنهيءَ سموري پڙهڻ جي ضرورت ڪانهي. اُنمان ٿورو سمجهيو ويو ته ڪم ٿيي ويندو. ٥ ٥ ٥ پنهنجي ڪوشش سان پنهنجو بدن سنو بنائي ڇڏيو آهي. پاڻ بنسبت مان ڄاڻان ٿو ته جيڪڏهن ڪم لائق ڄاڻ مان حاصل نه ڪريان ها ته مان ڪڏهاڪر ختم ٿي وڃان ها. منهنجو پڳل نتل سوير! به منهنجي خبرداريءَ سان رهڻ ڪري ٿي بچي سگهيو آهي. مونکي وشواس آهي ته اُنهن ڊاڪٽرن جو تمام ٿورو همت آهي.

٢٤-٧-١٩٣٢ع

بابوءَ جي آشيرواد

---

## ( ۴۱ )

# گذريل مهاڀاري لڙائي: نشڪام پرارٿنا

چرنجيو،

تنهنجو نصيب ئي ڦٽل چوڻ گهرجي ڇا؟ مون ته تنهنجي جنم وار جي آشيرواد موٽندڙ ٽپال ۾ ئي موڪلي هئي. مگر منهنجو خط وچ ۾ ئي لٽڪندو رهجي ويو. شايد ڪالهه روانو ٿيو هجي ته مان ڇٺي نٿو سگهان مگر خط ۾ لکيل آشيرواد مان ڇا ٿيندو؟ دل جي آشيرواد هجي ته بس آهي ۽ اُها ته هئي ئي. دل ڪهڙيءَ طرح ڪم ڪري ٿي، اهو اسان ڪي سمجهه ۾ بـ نٿو اچي ۽ سچ اُهو ئي آهي. باقي سڀ ڪوڙ......

نيون پيڊ آيون آهن.' اُنهن مان جيڪي لکي سگهنديون هجن، تنکي مونکي خط لکڻ لاءِ چوءِ. ooo کي نيڪ سڄاڻ، سندس کهاڻي دکدائڪ آهي.

پريزيڊنٽ ولسن جي زندگيءَ جي مونکي واقفيت ڪانهي. جڏو اٿم ته هو هونئن ته سنو ماڻهو هو ۽ سندس ارادا نيڪ هوا.

گذريل جنگ سبب ڪولاڀ ٿيل نظر ته ڪونه ٿو اچي. ٻپ جي طاقت گهٽ ٿي وئي آهي.

حسد وڌي ويو آهي. وڙهڻ جو جذبو گهٽيو ڪين آهي، هيڪاري اهو وڌيو آهي.

ڪنهن ماڻهوءَ يا چيز کي لکش ڪري (سامهون رکي) پرارٿنا ٿي سگهي ٿي. انهن نتيجو به نڪري سگهي ٿو. مگر اهڙيءَ طرح لکش نه ڪري ڪيل پرارٿنا آتما خواهه سنسار لاءِ فائديمند ٿيڻ ممڪن آهي. پرارٿنا جو اثر خود پاڻ تي ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري انهن انتر آتما وڌيڪ جاڳرت ٿئي ٿي ۽ جيئن جيئن جاڳرتا وڌندي ويندي، تيئن تيئن ان جي پرڀاءُ جو دائرو وڌندو ويندو. اها دل جي وشيه آهي. وات سان ڪيل پرارٿنا وغيره ڪريائون هردي کي جاڳرت ڪرڻ لاءِ آهن. ڦهليل شڪتي جا باهر آهي، اهائي اندر آهي ۽ اوتري ئي ڦهليل آهي. انکي سرير جي رڪاوٽ ڪانهي. رڪاوٽ نه اسين پيدا ڪريون ٿا. پرارٿنا جي بل سان اها رڪاوٽ دور ٿي وڃي ٿي. پرارٿنا ذريعي چاهيل ڦل پراپت ٿئي ٿو يا نه، اهو اسان کي سمجهه ۾ نٿو اچي. مون ٥٠٠ جي مڪتيءَ لاءِ پرارٿنا ڪئي ۽ هوءَ دک کان مڪت ٿي ويئي، انهيءَ ڪري اهو منهنجي ئي پرارٿنا جو ڦل آهي، ائين مون کي نه سمجهڻ گهرجي. اها پرارٿنا اجائي نٿي وڃي، مگر

ڪھڙو قل ڏني ٿـي، اھو اسان کي سمجھ ۾ نٿو
اچي. جيڪڏھن اسان جو چاھيل قل ٿي پراپت ٿيو
تہ اُھو چگو ٿي قل آھي، ائين سمجھڻ ٺيڪ ناھي.
ھن ھنڌ بہ گيتا ٻوڌ جو عمل ڪرڻو آھي. پرارٿدا
نشڪام ٿيڻ گھرجي. ڪـھن ھڪ بسبب پرارٿدا
ڪندي بہ اُھا نشڪام ڇٽي سگھجي ٿي. جيڪڏھن
ڪنھن جي مڪتي اسان کي پياري لڳي تہ اُنلاءِ
پرارٿدا ڪرڻ گھرجي. مگر مڪتي پراپت ٿئي يا
نہ، اُنھيءَ بسبب اسان کي بي فڪر رھـڻ کپي.
قل اُلٽو ٿئي، تڏھن بہ پرارٿدا اجائي ٿي، ائين نہ
سمجھڻ گھرجي. ڇا انھيءَ کان وڌيڪ سمجھاڻيءَ
جي ضرورت آھي؟

اُردو ڪتابن جي فھرست مون گھري آھـي،
اھـو خيال ۾ رکجو. ھاڻي ھيءُ خط توکي ڪڏھـن
ملندو ۽ تنھنجو جواب ڪڏھن ايندو، ان لاءِ ڪا
پڪ ڪانھي. پڪ نہ ھئڻ جي حالت ۾ پڪ رکڻ
سکڻ ۽ اھوئي انسان جو ڪم آھي.

١٧-٧-١٩٣٢ع

يرودا مندر — باپوءَ جي آشيرواد

( ٤٣ )

## ڪروڙ جو نتيجو: شخصي پوڄا نہ بلڪ گڻ پوڄا: شڌ پريم جي ڪسوٽي: سنجم ۽ چڙواڳي: ٻئن جو انصاف نہ ڪريو: اهنسا.

چرانجوو،

خط تنهنجو پهتو. تنهنجي بيوقوفيءَ جو تہ ڪو انت ئي ڪونهي. ڪروڙ ۾ اچين ٿي تہ پاڻ کي پلاني وهين ٿي. جنهن خط ۾ ڪروڙ جي جيتڻ جي ورت جو ذڪر ڪرين ٿي، اُنهيءَ ۾ ڪروڙ ڪرين ٿي ۽ اُهو بہ بنا سبب! منهنجي مٿي الزام جو ڪارڻ ئي تنهنجيءَ سمجهہ ۾ نہ آيو. جيڪو ڪناريءَ وارو ٽڪرو تو ڪوَر تي لڳايو هو، اُنسم سينگار يا ڪلا ڪانہ هئي، اِها منهنجي شڪايت هئي. ڪلا لاءِ جيڪو زياده وقت ڏني ٿو، مان اُنکي ڏوه ڪين ڏيندس. پر انهيءَ ۾ تہ ڪلا هئي ئي ڪانہ. ڪوَر تي اهڙين ڪنارين چمبڙائڻ ۾ ڇا جي ڪلا آهي؟ تو نہ اُهي چمبڙايون بہ اهڙيءَ طرح هيون، جو اڏ ڪان وڌيڪ تہ نڪري ويئون هيون. انهيءَ ڪري تنهنجو ڪروڙ سمجهہ پريو ڪين هو. مونکي

انهيءَ ڪري ڪل آئي. وڏو هجان ها ته ٽڪڙي ۾ هٽي ڇڏيان ها. پر تون ٻڌائيندين، اُنهن جي ڇا وريو؟ اهو ڪيترو وقت اجايو ويو. جا دليلبازي ڪرڻ نه گهرجي، سا ڪيم ۽ پنهنجو سر خراب ڪيم. چاڪاڻ ته ڪروڙ جو اثر سر تي ٿئي ٿو، اهو سر- وگيانين تجربا ڪري سڌ ڪيو آهي. اسان ۾ اُنهن جي سمجهه ڪا نه هئي. تنهنجو ورق ٽن سو ڏار. وري اهڙو ڪروڙ نه ڪج. منهنجي نقطيچيني نه مڃي هئي. اُنکي سمجهڻ لائق عقل به وڃائي وينديءَ!

خط ته گجر جو واڇو * سمجهڻ کپن. انهيءَ ڪري خط نه ملڻ تي دکي نه ٿيڻ کپي. اِتان خط لکندي ئي رهج. بعدش پيٽي ۾ مان لکي موڪليندو سانءِ. اينتري به خبر نه ڏيئي سگهيس ته ڪيل لکيل اجايو ڪين ويندو.

نوَن گلن کي منهنجا نمسڪار چئج. ڪڏهن نه ڪڏهن اُنهن ۾، اُنهن جي وچ ٿيڻ جي مونکي آس آهي، الين چٺي ڪين ڏيرج ڏي.

تون ڏاڍي ايماڻ آهين. گلن جي وڃهو ٽورڙا

* مطلب آهي ته گجر جو واجو وڳو ته واه، نه ته ڪانئي ڇڏيو. ٻنهي حالتن ۾ فائدو.

ڻماڻيا ۽ پاڇي پوکيءَ ته اهي پاڙهن ٿي مهنا ملندءَ
۽ سريو کي بہ فائدو پهچندءَ. سريو تنهنجو ڪين
آهي. توکي سؤنپيل ايشور جي چيز آهي. انهيءَ
ڪري اُنجي رکيا لاءِ توکي ضرور وقت ڏيڻ
گهرجي. اهڙن بوڻن اُپڙڻ ۾ وقت ڪونہ ٿو لڳي
۽ زمين بہ ٿورڙي والارجي ٿي. مهنجي هڪ انگريز
دوست، جو ڏکڻ آفريڪا ۾ مون سان گڏ رهندو
هو، بدا محنت جي ٿورن ئي ڏينهن ۾ ڪچي ڪائڻ
۾ ايندڙ "ڪريس" نالي پاڇي تيار ڪري ورتي
هئي.

چوڪرين جي بيماريءَ بنسبت مون توکي
لکيو ئي آهي. ڪونيءَ ۾ گهڙي ڇاچ ڪر. ٥ ٥ ٥
بنسبت مونکي اڳيئي ڌپ هو. مگر هن توکي
سيکجھہ بڌايو آهي. تون هاڻي ڪيس جيئن وڻ.
هاڻي تنهنجي مشڪلاتن بنسبت :-

(١) شخصي پوڄا ڪرڻ بجاءِ گڏ - پوڄا ڪرڻ
مناسب آهي. شخص ڪوٺو ٿي سگهي ٿو ۽ اهو
ناسونت آهي مگر گڏ نہ.

(٢) آشرم جي هلائيندڙ منڊليءَ ۾ گهڻا ماڻهو
چڱا نہ لڳندا هجن تہ اُنهنکي سهڻ جي سکيا وٺڻ
جو هيءَ سونهري موقعو آهي. اِي عيب ڪوبہ

ڪونهي. ٻاڻ واڳر ٻين کي مڇڻ جي نشي ڪرڻ
سان چڱي لڳڻ نه لڳڻ جو سوال ئي هٽي وڃي ٿو.
(٣) آشرم جا اصول قبول هجن ۽ اُنجي ٻاهرين
صورت بنسبت منهنجي هجن ته اُنجي فڪر ڪرڻ
جي ضرورت ڪانهي. اسانجو ڪم سار سان آهي
۽ نه ٻاهرين صورت سان.

(٤) توکي پنهنجي سپاء جي اوٽاين ڪڍڻ لاء
نه آشرم ۾ رهڻ ذرم آهي.
(٥) پنهنجا آدرش تون آشرم ۾ پورا ڪري نه
سگهندين ته اُهو ڏوه تنهنجو آهي. آشرم ۾ نه توکي
پوري آزادي آهي.

(٦) تنهنجي پيارن ماڻهن جي ڪشش توکي
آشرم کان ٻاهر چوني وڃي؟ (انهيء کان نه)
پنهنجو پريم ڪين ضرورت پٽاندر اُلي آڻڻ گهرجي.
پريم کي جسماني ميلاپ جي ضرورت ئي نه تيڻ
گهرجي ۽ هجي نه اُهو پريم ڪچوئي چوڻ ڪپي.
شڌ پريم جي ڪسوٽي نه ٻٽي جي وڇوڙي ۾ —
ٻٽي جي موت بعد ٿئي ٿي.

مگر اهو سڀ ڪجهه نه ٻڌيء جي دائري اندر
آهي. تنهنجي دل جئي هوندي، اُلي ئي تون
رهندين. آشرم ڪي جيڪڏهن تنهنجي دل نه،

چاهيندي هوندي تہ مان بہ ڇا ڪندس ؟ تون بہ ڇا ڪندينءَ ؟

منهنجي ست جون ساڙيون اُٿاڻ گهرجن. مون ست بنسبت پنهنجا جيڪي ويچار ظاهر ڪيا، اهو ست اُلڪان اڳ جو آهي. سچ تہ انين آهي تہ اُهو "ٻا" لاءِ ئي رکيل آهي. انهيءَ ڪري اُنجو تياڳ "ٻا" کي ڪرڙو آهي ۽ نہ مونکي. "ٻا" تمام ٿلهيون ساڙهيون پائي نٿي سگهي، انهيءَ ڪري آشرم طوفان بہ ڪيس عام طرح سنهيون ساڙهيون ئي ملنديون آهن. انهيءَ موجب بہ منهنجي ست جي ساڙهي "ٻا" پلي پائي. مگر انهيءَ ڪانپوءِ ست بنسبت سختي ڪرڻ کپي. مگر اُلي بہ مان "ٻا" تي زبردستي نہ ڪندس. "ٻا" پنهنجي خواهش سان انجو تياڳ ڪري ۽ سندس حصي ۾ جيڪي اچي، اُنتي کيس راضي رهڻ گهرجي، اها منهنجي خواهش آهي. مگر اها آئينده جي ڳالهہ ئي. اجا تہ منهنجو انٿون ست سمورو هٿني نـي آهي. ڇا بـ هجي، منهنجو ست پيو رهڻ نہ کپي. ڪنهن جو بہ پيو رهڻ نہ کپي. اُٿڻ لائق ست گڏ ٿئي تہ اُنجي ٿاڇي نڪرڻ ئي گهرجي.

منهنجي خيال موجب ٠٠٠ ڪتيندي هوندي.

مگر تو لکيو اُهو نيڪ آهي. ڪيترين ئي زالون ڪنهن چڙي پڻ جو ڪم پسند ڪنديون. جيئن ڪاڏي ۾، تيئن ڪم ۾. روني چڙي پکوڙن ڪانئڻ طرف مس ڊوڙندو. رونيءَ ۾ قائم رهڻ ۾ ضابطو آهي، تياڳ آهي. پکوڙن طرف وڃڻ ۾ ڇڙواڳي آهي. اهڙيءَ طرح ڪنهن تي ٿتر رهڻ ۾ سنجم آهي. ٻئي طرف وڃڻ ۾ ڇڙواڳي آهي.

”ڪنهنجو نياءُ نه ڪر. ٻيءَ صورت ۾ ٻيا تنهنجو نياءُ ڪندا.“ Judge not, lest ye be judged انهيءَ تي تنهنجي نقطچيني مونکي چڱي نٿي لڳي. اُنجو ارٿ نه تنهنجيءَ سمجهه ۾ ڪين آيو آهي. تنهنجيءَ نقطچينيءَ ۾ ڏاڍو اهنڪار آهي. ”ٻيءَ صورت ۾ ٻيا ماڻهو تنهنجو نياءُ ڪندا.“ جو ارٿ هي آهي ته اسان انهيءَ قسم جي اوٽائيءَ ۾ نه پئون. سنسار اڳيان بدچال نه ٿيون. ”سنسار ڪي جيڪي چوڻو هجي يا ڪرڻو هجي، سو اُهو ڀلي ڪري“ اهڙا ويچار يا اهڙا لفظ اسان ڪيئن ٿا ڪڍي سگهون؟ سنسار اڳيان اسان تڇ آهيون. مطلب اهو ئي آهي ته اسان سچ جي مارگ تي هجون، تڏهن به سنسار کي سزا ڏيڻ جو بار نٿا کڻون. اُنجو نياءُ نٿا ڪريون. بلڪ سنسار جي ڏنل سزا ۽ نياءُ

سانت ۾ سهو ن ٿا. انهيءَ کي نمرتا يا اهنسا چئجي ٿو. تنهنجو ليکہ نوڪبازيءَ سان يا ڪروڌ مان لکيل هجي تہ بہ تون وري ائين نہ لکج، اهڙي مدهنجي اِڇا آهي. مونتي تو جيڪا ڪاوڙ چيڙي آهي، اُنجو فڪر ڪونهي. اُها مان ڪلي، دور ڪري سگهندس، مگر اهي لفظ مونکي چڀن ٿا. تنهنجي قلم مان اهڙا واڪ نہ نڪرن يعني اهڙا ويچار بہ من ۾ نہ اچن. ويچار اچي ويو ءِ انهيءَ ڪري اُهو مون اڳيان رکيو ويو، اهو نيڪ ٿيو. مون اڳيان رکيو ويو، انهي ڪري تہ مان اُنم سڌارو ڪري سگهان ٿو. هي ڳالهيون انهيءَ لاءِ نہ لکيون ويئون آهن تہ مونکان پنهنجا ويچار لڪائين. تون پاڳل، شوخ، حليم جهڙي هجين، اُهڙي مان ڏسڻ چاهيان ٿو. مگر مدهنجي اِها گهر تہ ضرور آهي تہ پنهنجي خط جي ويچارن کي تون من ۾ بہ جڳہ نہ ڏي.

زور سان مالش ڪرڻ لاءِ جسماني طاقت جي ضرورت نہ ٿئي، اَڪل جي ضرورت ٿئي ٿي.

هاڻي تون جيڪي پڙهين ٿي، اُهوئي لکين ٿي، هڪ وقت اهڙو مدهنجو خيال هو. مگر اج اُهڙو ناهي. ميلٽس جا ڪجهہ نيڪ ماڻهن جي سمجهہ ۾ نہ آيا ءِ ڪجهہ غلطين سان ڀريل آهن. جو نيم

ماڻهوءَ کانسواءِ ٻين ساهوارن تي لاڳو ٿئي ٿو، اهو انسان تي لاڳو ڪين ٿو ٿئي. انسان کانسواءِ ٻيا ساهه وارا ٻيا جيو ماري کائين ٿا ۽ اُنتي جيئن ٿا، انسان انڪان ٻاهر نڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪري ٿو. ان ۾ سندس اهنسا آهي. جيستائين سرير آهي، تيستائين پورن اهنسا لاءِ اهو پهچي نٿو سگهي. مگر پاونا روپ سان هن اها اهنسا وڌائي ته اهو گهٽ ۾ گهٽ هنسا جي ذريعي پنهنجو (جيون) گذران ڪندو. خود مري ٻين کي زنده رهڻ ڏيڻ جي تياريءَ ۾ ئي انسان جي خاصيت آهي. جيئن انسان وڌي ٿو، تيئن اُنجو ڪاڏو به وڌي ٿو. اڃا مدجهس وڌڻ جي طاقت آهي. ڊارون جي ڪوجنا بعد ٻيون ڪيتريون ڪوجنائون ٿيون آهن. جو ڪتاب تون پڙهي رهي آهين، اهو جهونو معلوم ٿئي ٿو. جهونو هجي يا نئون، ”زياده ۾ زياده تعداد جو ڪلياڻ“ يا ”جنهنجي لٺ، تنهنجي مينهن“ اهي نيم غلط آهن. اهنسا سڀني جو ڪلياڻ چاهي ٿي. ايشور جي گهر ۾ سڀني جي ڪلياڻ جو نياءُ ٿيندو. اهو ڪيئن ڏنو وڃي ٿو ۽ اهڙي نياءَ ۾ انسان جو ڪهڙو فرض آهي، اهو جاچڻ انسان جو ڪم آهي. انهيءَ نيتيءَ خلاف نيتي اڳيان رکڻ اسان جو ڪم ڪونهي.

مگر هيءَ وشيہ وڏي آهي. مون توري ۾ توکي
بڌايو آهي. وڌيڪ گفتگو ڪرڻي هجيئي تہ
سوال پڇ.

۳۰-۷-۱۹۳۲ع

يروڊا مندر — باپوءَ جي آشيرواد

---

## ( ۴۳ )

## سرير تي من جو اثر: انتر ناد: نام جپ جي مهما: وديا ابياس جو آدرش

چرنجيو،

تنهنجو پهرين تاريخ جو خط مليو. بورڊنگ ۾
تيندڙ پيرليءَ سبب تون گهبرائجي ڪين وڃئي
هوندين. چوڪريون سنيون هونديون تہ ڪابہ
تڪليف ڪانہ ٿيندي. جيڪڏهن اسان آناسڪتيءَ
جو پاٺ نيڪ طرح پڙهيا هونداسين، تڏهن بہ
تڪليف معلوم ڪانہ ٿيندي. تنهنجي تندرستيءَ
لاءِ بين ڪي فقط باهريان اُپاءَ بڌائڻ ابيدا. تنهنجي
اندر جو اُپاءُ توکي تي وڌيڪ معلوم ٿي سگهي ٿو. من-
وگيان جا ڄاڻندڙن تي مهنجو زياده وشواس ڪونهي.

ڪيترو به پڙهيل پنڊت ڇو نه هجي، اهو انسان جو من ڪيستائين ڄاڻي سگهندو؟ انهيءَ ڪري تنهنجي پرڪرتيءَ سان من جو جيڪو سمبنڌ هوندو، اهو توکي ئي سمجهڻو پوندو ۽ ضروري اپاءَ ڪرڻا پوندا. مگر هن خط ۾ تو ائين به لکيو آهي ته ننڊ ي وڏي ڪم جو ۽ ننڊ ۽ اوجاڳي جو اثر سرير تي ٿيڻ بنا ڪونه ٿو رهي. سچ ته اهو آهي ته اندر ۽ ٻاهر ٻنهي جو تندرستيءَ سان لاڳاپو آهي. ٻاهرين اپاوَن بنسبت بي پرواهه رهي ڪو به سرير کي تندرست رکي ڪين سگهيو آهي. انهيءَ ڪري ننڊ، آرام ۽ ڪم بنسبت جيڪي ٥٥٥ ٻڌائي اهو غور سان ٻڌ. من جي ٻاري ۾ تون کوج ڪر. جيڪي وٺيئي سو ڪر، پر سرير کي لوهه وانگر بڻاءِ......

انترناد (اندر جي آواز) جو بيان لڪو ڪري سگهجي. مگر ڪيترا پيرا اسان کي ائين پاسڻ لڳندو آهي ته اندران فلاڻو آواز ٿيو آهي. مان جڏهن اهو آواز پرکڻ سکيس، انکي پرارٿنا ـ ڪال چئي سگهجي ٿو. يعني چئجي ڪٽي ته اٽڪل ١٩٠٦ع ڌاري. تون پڇين ٿي، انهيءَ ڪري ياد ڪري لکي رهيو آهيان. ”اڙي، اڄ ڪجهه نئون ئي تجربو آيو“ ائين منهنجي زندگيءَ ۾ نه پاسيو آهي.

مهنجو خيال آهي ته جيئن اسان جا وار بدا احساس ٿيندي وڃن ٿا، تيئن ٿي مهنجو آتمڪ جيون وڌيو آهي.

نام- جپ ذريعي پاپ ناس ٿين ٿا. شڌ ڀاونا سان نام جپيندڙن ۾ شرڌا ٿئي ٿي ٿي. نام- جپ ذريعي پاپ ناس ٿيندا، انهيءَ نشچي سان هو شروعات ڪري ٿو. پاپ ناس معنيٰ آتم شڌي. شرڌا سان نام جپيندڙ ٿڪجي نٿو سگهي. يعني جو زبان سان ٿئي ٿو، اهو آخر دل ۾ وسي ٿو ۽ انهيءَ ڪري شڌي ٿئي ٿي. انهيءَ آزمودي تي ٻه رايا ڪين آهن. من وگيانين جو ٻه اهو ويچار آهي ته ماڻهو جهڙو ويچار ڪري ٿو، اهڙو ئي ٿئي ٿو. رام نام انهيءَ نيم جي ئي پوئواري ڪري ٿو. نام جپ تي مهنجي اٽوٽ شرڌا آهي. نام جپ جي جنهن کوجنا ڪئي، اهو تجربيڪار هو ۽ مهنجو پڪو رايو آهي ته اُنجي کوجنا تمام اهميت ڀري آهي. اڻ پڙهيل جي شڌيءَ جو ٻـ دروازو کليل رهڻ گهرجي. اهين اام- جپ سان ٿئي ٿو. (ڏس گيتا ٩-٢٢، ١٠-١٧). مالها وغيره ايڪاگر ٿيڻ جو وسيلو آهي.

وديا ابياس شيوا لاءِ ٿيڻ گهرجي. مگر شيوا ٻه

لاثاني آنند آهي. انهيءَ ڪري وديا آنند لاءِ آهي، ائين چئي سگهجي ٿو. مگر ائين ٻڌڻ ۾ ڪونه آيو آهي ته ڪو به اڄ تائين شيوا ٻنا فقط ساهتيه - ولاس سان اڪنڊ آنند جو انڀوءَ ڪري سگهيو آهي.

ڪڏهن به ملڪ يا ماڻهوءَ وٽ ڪلا جو نيڪو ڪونه آهي. جنهن ۾ لڪائڻ لائق ڪجهه آهي، اها ڪلا ڪانهي.

هر ملڪ کي پنهنجي هنر ذندگي جي رکيا ڪرڻ جو حق آهي ۽ اهو انجو فرض آهي.

ٻي اجهي ماڻهوءَ کي اجهو ڏيڻ اهسڪ شخص جو فرض آهي. ٻي اجهي ڪير آهي، اهو ته حالت حالت ڏسي چئي سگهجي ٿو.

جو ٻاهران خراب نظر اچي ٿو، اهو اندر به خراب هئڻ ٿي گهرجي، اهڙو ڪو نيم ڪونهي. اڙدو ڪتاب ٻاهران خراب نظر اچن ٿا، انهيءَ مان انهن جي پرڪاشڪن جي غريبي نظر اچي ٿي. مگر انهن ۾ ليکه سٺا ڪيئن، ائين ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ ڪيترن ۾ ته سٺا ليکه آهن. مگر انهيءَ لکڻ ۾ ميناج جو سوال ڇو اچي؟ اڙدوءَ جو ابياس ڪرڻ فرض آهي يعني انهن ميناج تيندو ئي. چاڪاڻ ته فرض

۾ ميناج آهي. تون ڪڏهن ڪڏهن اُڙد و سڪڻ جي
تڪليف وٺندين ته توکي به ميناج معلوم ٿيندو.

٨-٧-١٩٣٢ع

يروڊا مندر                    باپوءَ جي آشيرواد

---

( ٤٤ )

## شخصي پوڄا يا گڻ پوڄا؟ منهنجا مخالفتي: عزت جي نه بلڪ ڪم جي بُکَ: حليمائي

چرنجيو،

هينيان ڪتاب پرچري شاستريءَ لاءِ گهرجن.
اُنهن مان جيڪي هجن، سي موڪل، جيڪي نه
هوندا، اُهي بئي هنڌان گهرائيندس. ذرا جلد
موڪليندين ته سنو. ٥٥٥ پرچري شاستري آشرم
۾ هو. وڏو ودوان آهي. اڄ ڪلهه جيل ۾ آهي.
ڪيس ڪوڙهه ٿي پيو آهي. انهيءَ ڪري ڪتابن
ڏيڻ جي تڪڙ آهي. هو روز ڪتيندو آهي. سندس
زال به بيمار آهي. اُها باهر آهي. گهربل ڪتاب:-
(١) Imitation of Christ (٢) Works of Swami Vivetanand (٣) Works of Sister Nivedita (٤) Essay of Tolstoy (٥) ويا ڪرڻ مها ڀاشيه.

(٦) يجرويد پاشيه (٧) Dispensation of
Keshav Chandra Sen.

تنهنجو خط مليو. دل ۾ اچي ٿي ته هن مون کي
رسيلا خط لکڻ اچن ٿا، ائين تون سمجهين ٿي؟ هاڻي
ياد رک ته ائين ڪين آهي. ڪهڙو خط رسيلو ۽ خشڪ
اهو به منهنجي سمجهه ۾ ڪين ٿو اچي ۽ جيڪي
تون رسيلو سمجهين ٿي، اُهو دراصل رسيلو آهي،
اهو ڪير ٿو چئي سگهي؟ معلوم ٿئي ٿو ته رس
ماپڻ جو الڳ گز ايشور پنهنجي صندوق ۾ تالو
لڳائي بند ڪري ڇڏيو آهي. انهيءَ ڪري رس
جي ماپ هر ڪنهن وٽ پنهنجي ئي هئڻ کپي.
تنهنجيءَ ماپ پوريءَ ڪرڻ جي مان ڪوشش ڪرڻ
لڳس ته منهنجو ڏيوالو نڪري ويندو. اُم منهنجو
وقت ويندو. هيءُ خط شايد خشڪ معلوم ٿيندو.
اهڙو شڪ پيو ته ٻيو، پوءِ ٻيون انهيءَ ريت لکندو
نه رهان؟ جهڙا ٿوکي رسيلا خط کپن، اهڙائي ته
ٻين کي به گهرجن. پنهنجو پوءِ ڇا رهيو؟ نن نن!!
انهيءَ کان ته منهنجو سڌو رستو آهي. رسيلي نه
رسيلي جو ويچار نه ڪندي، من ۾ جيڪي اچي
اهو انهيءَ ٻوليءَ ۾ لکي ڦٽو ڪريان. مگر تون جو
آهين مورکه تنهن سواءِ ايمانڻ! ههڙي سنئين سڌي

ڳالهه لنهنجي سمجهه ۾ تورونئي ايندي. هاڻي ته مان ڏسان ٿو ته تون دانائيءَ (ڄاڻي ڄاڻهار) هئڻ جي دعوا ڪري رهي آهين. جا سياڻپ جي ڳالهه لکي ويئي، اها سموري توکي معلوم ٿي آهي، ائين نظر اچي ٿو. مگر ڪجهه ترس. جيڪي ”مان سيکجهه ڄاڻان ٿو.“ ائين سمجهن ٿا، مگر ان تي عمل نٿا ڪري سگهن، انهن جي سمجهه ۾ ڪجهه نٿو اچي ۽ اچي ٿو ته اهو ڪهڙن معلوم نٿو ٿئي. انهيءَ ڪري منهنجي ويچار موجب ته جيستائين تون اُبتو سبتو لکندينءَ، ڪروڌ ۽ ايمان ڪندينءَ، تيستائين مورکه ٿي رهندينءَ. انهيءَ جو اهو مطلب ڪين آهي ته ايمان، ڪروڌ ۽ چرپائي لکائي لکڻ گهرجي. لنهنجن خطن جو ملهه، تون جهڙي آهين، تهڙي نظر ۾ اچڻ منجهه آهي. مورکه رهينءَ ته خير مگر ڪروڌ ڪيڏي ڇڏڻ گهرجي ۽ ايمان ڪجهه گهٽ ڪرڻ کپي. يڪدم ڪيڏي ڇڏڻ البت ناممڪن آهي. نارد منيءَ جو مثال ڏين ٿي مگر سندس وچن جو راز توکي ڪٿي معلوم آهي؟ سندس وانگر شخصي پوڄا ضرور ڪجه. نارد منيءَ جو پيڳوان سندس ڪلپنا سندي مندر ۾ براجمان هو. اُهو نارد مني اڄ به آهي ۽ سندس ڪوشش به آهي. ڇاڪاڻ ته

اُهي ٻئي پنهنجي ڪلپنا ۾ لئي آهن. منهنجي خيالن موجب نه تواريخ بنسبت ڪلپنا جو آستان اعليٰ آهي. تلسيداس چيو ته رام جي پيمت ۾ نام وڌيڪ آهي، انجو اهو ئي ارٿ ٿي سگهي ٿو. تون شخصي پوڄا جي چڪر ۾ پيئي آهين، انهيءَ ڪري منهنجو چنتن ڪري رهين آهين؟ آشرم بنسبت تون مون کي بي فڪر ڪري نٿي سگهين. ٥٥٥ ڪري سگهيو آهي. اهڙا بيا مثال به ڏيئي سگهجن ٿا. اُهي به شخصي پوڄاري آهن. ڪير ناهي؟ مگر آخر اُهي شخص ڪان پار وڃي سعدس گڻن يعني ڪرم جا پوڄاري ٿين ٿا. اها امله ڳالهه وساري، اسان پنهنجي مورکتا سان زالن کي سٽي ٿيڻ سيکاريو، اها شخصي پوڄا جي حد آهي!! مگر پتنيءَ جو ڌرم نه اِهو آهي ته هوءَ پتيءَ جو ڪاريه پاڻ ۾ اَمر ڪري. پتي- پتنيءَ سان وڪار خواه نر- ناري جاتي پيد ڪيڻ سان اُهو آدرش ساري سنسار سان هر حالت ۾ لاڳو ڪري سگهجي ٿو. انهيءَ جو اِهو مطلب آهي ته پريم ايشور ۾ وڃي ملي ٿو. مگر هاڻي هيءَ وشيه هتي ئي ڇڏي ڏيان ٿو.

تون ٥٥٥ جي اچڻ جي خبر ٻڌي ايترو گهبرائجين ءَ ڇو؟ ڪيس به نڪاڻي تي آڻڻ جي همت رکءِ ايترو

وشواس رکي. پرير سپڪجهه جيتي تو، اهو أمر واکيہ دل ۾ ڌارڻ ڪر. کوبہ اچي، خوش رهڻ لي پنهنجو ڌرم آهي. پاڻ کان جيتري تي سگهي، اوتري شيوا ڪري مڪمت ٿيڻو آهي نہ؟ تون اهڙو ويچار چونہ ٿي ڪرين تہ باقي ڇوڪرا سڌريل هوندا تہ 000 بہ سڌرندو. اٿين بہ ممڪن آهي تہ هوهاڻي سياڻو ٿي وبو هوندو. منهنجي مٿس گهڻي اميد آهي.

ڇوڪرين جي شيوا ڪندي ڪندي توکي پاڻي ٿي وڃڻ کپي. ڇوڪريون جيڪڏهن ڪنهن سان دل کولي ڳالهيون نہ ڪنديون تہ أهي سڀ بيمار ٿي پونديون. 000 کي لکيل منهنجو خط پڙهہ ۽ جيڪڏهن هوءَ اهو خط ڏيڻ لاءِ تيار ٿئي تہ سمجهو ڇوڪرين کي پڙهي ٻڌاءِ.

ڪيلي ۾ واءِ پيدا ڪرڻ جو گڻ تہ مون ڪڏهن بہ انڀوءُ نہ ڪيو آهي. مون جيترا ڪيلا ڪنهن شايد ئي کاڌا هوندا. ڪيترن سالن تائين أهو منهنجو مکيہ کاڌو هو. کير نہ، روٽي نہ، فقط ڪيلو ۽ زيتون جو تيل، ساڳيءَ طرح بيهي مگ ۽ ليمون مگر واءَ جو نالو بہ نہ هو. گهڻن سالن بعد وري اڄڪلهہ کائي رهيو آهيان. مگر کو بہ خراب نتيجو نظر ڪونہ ٿو

اهي اُنهو هڪڙو ٿي نيم آهي. ڪيلا ٻچانڻ گهر جن ۾
آهي بلڪل پڪل هٿڻ ڪپن. ڪجي ڪملي ۾ فقط نشاستو
(استارچ) ٿئي ٿو. استارچ ٻچانڻ بنا نه ڪاٺڻ گهر جي.
اهو مون ٥٥٥ جي آزمودي ۾ ڏٺو. انهيءَ ڪري
ڪملو لوم نه لڳاءِ، پڪل معلوم نه ٿئي، ليستاءِ
اهو نه ڪاٺڻ گهر جي. ۽ ٿي ڏينهن وڪڻ سان آهي
ٻچي وڃن ٿا. ڪاٺڻ جي ٽڪڙ هڏي نه سمڪڻ يا
اُبارڻ گهر جي.

منهنجي مخالفت ڪندڙ اڳي به هئا ۽ اڄ به آهن.
ڪڏهن به موڪلي سندن لاءِ ڪروڌ ڪونهي. سڀني
۾ به مان سندن مدائي خيال ۾ ڪوله ٿيو آڻيان.
انهيءَ ڪري ڪيترا مخالفتي منهنجا دوست ٿي ويا
آهن. ڪنهنجي به مخالفن اڄ ڏاءِ مون اڳيان ٻيهي
نه سگهي آهي. ٿي ٻڌرا ته مخالفت مون تي حملو
به ڪيو، تڏهين به مان اڃان ڏاءِ ٻچمل آهيان.
انجي اها معني ڪين آهي نه مخالفن کي چاهيل
ڪاميابي ڪڏهن به ملندي ٿي ڪانه. ملي يا نه
ملي، موڪلي اُن سان مطلب ڪونهي. منهنجو ڌرم
سندن به چڱائي سوچڻ ۽ وقت اچڻ تي سندن
به شهوا ڪرڻ آهي. انهيءَ اصول جي مون پٺاشڪيءَ
پيروي ڪئي آهي. اهو منهنجو سڀاءُ ٿي آهي،
اتين مان سمجهان ٿو.

هزارين ماڻهو منهنجي پوڄا ڪن ٿا، تڏهن مونکي جهٽڪ گهٻراهٽ ٿئي ٿي. اهڙيءَ پوڄا ۾ مونکي مٺاج معلوم ٿيو هجي يا اهڙيءَ ڪري مان انهن سمجهڻ لڳان ته مان اهڙيءَ پوڄا لائق آهيان، انهن ڪڏهن به نه ٿيو آهي. مگر پنهنجي اڻ لائقيءَ جي ڄاڻ مونکي رهي آهي. مان نه سمجهان ته ڪڏهن عزت جي بُک مونکي لڳي آهي. هر ڪم جي بک ضرور آهي. عزت ڏيندڙن کان ڪم وٺڻ لاءِ مون ڪوشش ڪئي آهي ۽ جن ڪم نه ڏنو، تنهنجي عزت کان دور ڀڄو آهيان. مونکي جتي پهچڻو آهي، اُتي جڏهن مان پهچندس، تڏهن ئي ڪامياب ٿيندس. مگر اهڙو ڏينهن ڪٿي، جڏهن من مراد پوري ٿئي؟

دنيا جي خلاف کڙي ٿي بيهڻ جي طاقت حاصل ڪرڻ لاءِ ڀاڳ شوخي يا هلڪائي آڻڻ جي ضرورت ڪانهي. جيسس دنيا جي مخالفت ۾ بيٺو رهيو. بُڌ به پنهنجي بُک جي مخالفت ۾ رهيو، پرهلاد به انهن ئي ڪيو. اهي سڀ حليمائيءَ جي مورتي هئا. اللاءِ آتم وشواس ۽ ايشور لئي شرڌا گهرجي. شوخيءَ سان ورود ڪندڙ آخر ڪريا آهن. تنهنجي شوخي ۽ ڪاوڙ ڪيترا ڀيرا نه ٻوڙڪ ٿئي

ٿي. مگر اهو ٻولڻ به خراب آهي. ٻڏلڪ نيت
عادت جي صورت اختيار ڪري ٿو ۽ ڪيترا ڀيرا
اجايو غلط خيال جو ڪارڻ ٿئي ٿو. انهن نه ٿئي،
البته انسان کي تمام خبردار رهي هلڻ جي ضرورت
آهي. البت سڀني ۾ بلڪل آجي رهڻ جي طاقت
بيحد نمرتا کانسواءِ ناممڪن لڳي ٿي ۽ اهڙي شڪتي
آئي هجي، تڏهن اها سچي نمرتا آهي. اُنجي
آزمائش اُنهيءَ ۾ آهي. ڪيترا بهادر ليکڪن ۾ ايندڙ
ماڻهو سچ پچ اهڙا هئا يا نه، انهيءَ جاچڻ جو
موقعو ٿي سماج کي ڪونه ٿو ملي.

٢٨-٨-١٩٣٢ع

ٻروڊا مندر. باپوءَ جي آشيرواد

(٤٥)

## آشرم ۾ نگرت: ڀاونا

چرنجيو،

هاڻي مون کي اهڙو بوجو اچي پيو آهي، جو آشرم کي لنبا خط موڪلي سگهندس يا نه، انهيءَ ۾ شڪ آهي. منهنجا ڊگها خط هاڻي اخبارن ۾ پڙهندا هوندءِ، تڏهن توکي سنتوش ٿيندو، اهو مان ڄاڻان ٿو. ڏياريءَ جي ڏينهن جو بيان پڙهي، دل ڀر آيو ته هوند آزادي اُتي اچان. مگر ڏسان ٿو

ته ٻيو مٿان ۽ هنڌاڻهن هوڙاڻهن ٻڌ ٿي آهي، ڪنهن ڦٽڪاڻي چپ ڪري ويٺس.

تنهنجي جوابداري وڌندي پئي وڃي، اها ڳالهه مان سمجهان ٿو. ايشور تنهنجي رکيا ڪندو. توهان آتم وشواس نه وڃائج. تون مکڻ وڌائي جيڪڏهن تندرست ٿئين ته مان اها سستي دوا سمجهندس.

لوڪي ايترو ٿي ٻڌائيو آهي ته ڌيرج نه ڇڏ. بارن بسبت لٽريٽ جوئي استعمال ڪرڻ گهرجي. آشرم واسين غلطي ڪئي مگر ”ٻڌنجو رستو وٺ“ ائين چوڻ تمام بي عزتي ڪندڙ آهي. ائين ڪنهن کي نه چئج......

اسان جو (راشٽر) گيت اسان کي سوڀيا ڏيڻ لائق ٿي آهي. سڀني جي چنڊ چاڙ ڪرڻ مونکان ڪانه ٿي پڄي.

... ڀاولا ڪڏهن ظاهر ڪئي وڃي، ان جو هڪڙو نيم ڪونهي. مان چوندس ته جڏهن سندس ڀاوائڻ پرپوٽا ڪري انهن ظاهر ڪرڻ گهرجي.

٦-١١-١٩٣٢ع

پرودا مندر — باپوءَ جي آشيرواد



# ملڻ جا هنڌ

١. "نئون ساهتيه منڊل" (قومي ٻولي ڪتاب گهر)
حيدرآباد سنڌ.

٢. شري چندولداس کيئلداس،
نزديڪ جدول پوسٽ آفيس حيدرآباد سنڌ.

٣. ڪوڙومل سنڌي ساهتيه منڊل،
حيدرآباد سنڌ.

٤. شري لڇترام مورجاڻي بوڪسيلر،
نزديڪ قلعه شاهي بزار حيدرآباد سنڌ.

٥. هندستاني ساهتيه آستان،
روڊ اي. اير. ڪراچي ١.

٦. شري هريداس برهمچاري،
نوشهره فيروز

٧. " وطڻمل نيوز ايجنٽ
ميرپور خاص.

٨. " لڌارام بکنياڻي،
منياڻي.

٩. پارس هٽورس، نزديڪ پنچائتي ٽلهو
سکر سنڌ.

١٠. هاٽ آدبوگ پنڊار،
شڪارپور سنڌ.

Printed by Karmchand Nebhraj Dewani
at the Chandan Electric Printing Press. Market F
Published by Chainchaldas Khialdas A
,,Adarsh Sahitya Prakashan" Near Post Office,

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندَڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئـي ورِي پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهه ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهه پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي به ڪٽين، جيڪي به ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ به بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙھڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ ھوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي ھٿن ۾ رھنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙھي سماجي حالتن کي بھتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙھندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جھڙن سوالن کي ھر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انھن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنھنجو حق، پر فرض ۽ اٽلتر گھرج necessity unavoidable سمجھندي ڪتابن کي پاڻ پڙھڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻھن تائين پھچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توھان بہ پڙھڻَ، پڙھائڻ ۽ ڦھلائڻ جي اِن سھڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگھو ٿا، بَس پنھنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، ھر قسم جا ڳاڙھا توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪُرِ پائي چيو تہ ”منھنجا ڀاءُ
پھتو منھنجي من ۾ تنھنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلھي پاتم ڪينرو)